# صوفيانه ڪلام

7635 ع



وشن آء. جڳتياڻي
ايم. اي.

مولوي عبدالحميد بلوچ

# صوفيانه ڪلام

يـــا

# صوفي ڪافيون

اصل گڏ ڪيل


**سرڳواسي ڪاڪو منگهارام ڏيئومل عيدناڻي**

تاليف ڪندڙ

**وشنداس ايسرداس جڳتياڻي**

ايم. اي.



دفعو پهريون] ١٩٤١ع [جلد ١٠٠٠

**قيمت ١-٠-٠**



(سڀ حق واسطا قائم)



ڇپائيندڙ

**ٿياسافيڪل سوسائٽي، حيدرآباد سنڌ.**



پاپا پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد سنڌ.



Scanned by CamScanner

# تاليف ڪندڙ جو نوٽ

آءٌ حيدرآباد ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ وارن جو ۽ انهن ۾ به خاص ڪري مسٽر گاگنمل ڏيتارام جو نهايت شڪرگذار آهيان جو هنن مونکي سرڳواسي ڪاڪي منگهارام جي ڪٺي ڪيل صوفيانه ڪلام مان چونڊ ڪرڻ، تاليف ڪرڻ، ۽ سنڌ واسين اڳيان پيش ڪرڻ جو عهدو ۽ موقعو ڏنو آهي. ڪاڪو منگهارام راڳيندڙ ۽ سماع جو مزو چکائيندڙ ٿياسافيڪل سوسائٽي جو امولڪ ماڻڪ هو، جنهنجي راڳن، سون بلڪ هزارن کي آنند ڏنو هو. هن صوفيانه ڪلام کان بهتر، ٻي ڪهڙي عمدي يادگيري ڪاڪي صاحب لاءِ ٿي سگهي ها! "صوفيانه ڪلام" ۾ سنڌ جي [٦٠] سٺ صوفي شاعرن جون چونڊ ڪافيون الف بي وار، ڏنل آهن. هيءُ صوفي ڪلام، سامعين جي خيال کان هڪ اعليٰ قسم جو نظم آهي جنهن مان سنڌ جي هر هڪ رهواسي، خاص ڪري وديارٿين کي واقف

تيڻ جڳائي. گيان ۽ فيلسوفي جي نقطهِ نظر کان به
منجهس عجائب آتمڪ ڏن ۽ روحاني خزانو سمايل
آهي. جيڪي ايشور جا ڳولائو ۽ حق جا طالبو آهن،
تن لاءِ هيءُ ڪلام هڪ بي نظير سوغات سمجهڻ
کپي. هن ڪلام جي خاص خوبي اها آهي ته
منجهس اُهي ڪافيون درج ڪيل آهن جي سالن کان
هر دلعزيز ۽ لوڪ پسند ثابت ٿيون آهن، عام جنتا ۾ ڳائڻ
۾ پئي آيون آهن. مطلب ته روحاني راز سان گڏ
منجهس آواز ۽ ساز جو مزو به آهي. جنهن خشڪ
نموني ۾ ودياترين کي سنڌي نظم پاڙهيو وڃي ٿو،
تنهن کان جي راڳ جي ذريعي کين صوفي ڪافيون
سيکاريون وڃن، ته هوند هو ساري عمر اُنهن جي
موج وٺندا اچن ۽ جيڪي اعليٰ نصيحتون منجهن
سمايل آهن تن تي عمل ڪندا اچن.

سنڌ جي پرڪرتي کي، نه رڳو ساهتيه، گيان،
فيلسوفي ۽ راڳ جي خيال کان، مگر مذهبي،
راجنيتڪ ۽ آرٽڪ نقطي نظر کان پڻ مٿين اڪٺ

خزاني جي ضرورت آهي. هاڻوڪا سنڌ جا راڄنيتي
۽ آرٿڪ مسئلا تيستائين حل نہ ٿيندا جيستائين اسان
پنهنجن صوفي رهبرن جي ڏنل سکيا جي پيروي
نہ ڪئي آهي. مٿين مسئلن جو هڪڙو علاج
آهي تہ اسين صوفي شاعرن جي ڪلام جو سنڌ
اندر خوب پرچار ڪريون ۽ انهي نموني سنڌ
جي پرانت کي وري نئين سر شاد ۽ آباد ڪريون.
اهائي مراد صوفيانہ ڪلام ڇپائي پڌري ڪرڻ
جي آهي.

وشن آء. جڳتياڻي.

Scanned by CamScanner

# سنڌ جا صوفي شاعر

(جن جون ڪافيون صوفيانه ڪلام ۾ درج ڪيل آهن)



Scanned by CamScanner

Scanned by CamScanner

Scanned by CamScanner

# فهرست

| صفحو | | ڪافي نمبر |
|---|---|---|

Scanned by CamScanner

Scanned by CamScanner

Scanned by CamScanner

Scanned by CamScanner

Scanned by CamScanner

# کاکو منگھارام

(۱)

کاکو قربدار ھو - دوست دلیون دلدار ھو

۱. مُنھن ۾ منجھس مرڪ ھئي - سڪ جي سرس سرڪ ھئي
پيشانيءَ ۾ مھڪ ھئي - مُحب منو مندار ھو.

۲. گيان ويراڳ ڀڳتيءَ ۾ - ھو سدائين ڀرپور ھو
شيوا پريم ۽ نمرتا ۾ - نندي وڏي جو يار ھو.

۳. کھٽيءَ رھٽيءَ ڀھٽيءَ ۾ ته - سنتن جي سمان ھو
مٺو ٻولڻ نيوون چلڻ - اھڙو سندس آچار ھو.

۴. آسيسا جا اکر سندس - "گاڊ بليس يو" ھئا
من واڻيءَ ۽ ڪرم سان - سندو سدا اُپڪار ھو.

۵. صحبت سندس سنتن سان - ھئي پيرن ۽ فقيرن سان
ٻار ٻڍي نر ناريءَ سان - سندس ھڪ جھڙو ئي پيار ھو.

۶. گھمڻ ڦرڻ پڄڻ ڪرڻ - قدرت جا ديدار پسڻ
دردوندن جون دليون وٺڻ - اھو سندس وھنوار ھو.

Scanned by CamScanner

٧. گرهست ۾ گل جيئن رهي - ٿي سگهندا تنهن سپ کي ڏئي
هن دنيا سندي چمن ۾ - هُو سدا باغ بهار هو.

٨. ظاهر باطن، هو درويش - گيرو پڳو ۽ هوس نه ويس
سيني جو هو يار ويس - هوت هيئين جو هار هو.

٩. دل درياهه، بي پرواهه - رهبر هو، گمراهه جو
ڏسي راهه، منجهان چاهه - کندو، ڪن سڌار هو.

١٠. ڪافيون ڪاڪي برهه پريون - ٿي موج مستيءَ ۾ چيون
وچن سٽائي ويدانتي - ڏيندو دل کي ڏار هو.

١١. ڪيترن ڳٺن گيان سان تو - موهي من مستان ڪيو
وِرهه ڏيئي ويڳاڻو ڪري تو - پريمين کي پريشان ڪيو.

١٢ هن دنيا مان ڪئي هلڻين - گود ورتئه وڃي گوبند جي
اهڙي انسانئي شل ٻاجهه ٿئي - سري آنند ڪند مکند جي.

---

# دل ڪاڪا!

١. ڏُکن جي هوا صحرسان، پيٽي دنيا ۾ دِل ڪاڪا!

ڏک ۾ ڏيا ڏيالوءَ، وٺي نماڻي دل ڪاڪا!

٢. ڏيهي ڏُکن ڪاڻ، جيسين جيئڻ تيسين جلڻ،

ڏکن جي آگ جلندي، ڏيائي پريوءَ کي دِل ڪاڪا!

٣. دنيا ڏُرنگي پيارا، ڪنهنکي نه آ اُن ٺڳيو؟

ليڪن ٺڳي دنيا اندر پروڙي سچُ دل ڪاڪا!

٤. بازار دنيا منجهه اچي، سودو ڪري جيءَ سيڪو

ليڪن سنسار سودي وچ آ فقير دل ڪاڪا!

٥. پريو دل منهنجيءَ اندر، ڏي پريم پنهنجو پري!

”بنواسي“ پريو پريم سان،

شل پرچايان دل ڪاڪا!



# بي انت تون انسان

## طرز- چل چل ڙي نوجوان

بي انت تون انسان
شاهي تنهنجو شان مان - سوچ ڙي انسان

١- شاهي تنهنجو شان - تنهنجي نہ ڪو سمان
جنهن چوٽ تي رسين
بيهي نہ شل رهين
منزل اچا بہ تنهنجي مٿي ۽ مٿي مڪان - بي انت...

٢- جيڪي بہ ٿي چُڪين
تنهنکان ٿي وَڌ سگهين
تو ۾ اهو امڪان - تو ۾ اهو امڪان
جنهنجو ذڪر ٿي نہ سگهي ۽ نہ ٿي بيان- بي انت...

٣- پرکين جي پاڙ کي
جُڳ تو اڳيان جهُڪي
تون صاحب ذي شان- تون صاحبِ ذي شان
مَلڪن ملائڪن نہ رکيو تو اڳيان طومان - بي انت...

رام پنجواڻي.

---

Printed by Kishinchand Ghanshymdas at the
Bapa Printing Works Tilak Incline, Hyderabad Sind.
&
Published by Mr. Gaganmal D. Kirpalani, on behalf
of the Theosophical Society, Hyderabad Sind.

Scanned by CamScanner

# سرگواسي ڪاڪي منگهارام جي
# جيوت جو مختصر احوال

ڪاڪي صاحب جو سنڌ ٿياسوفيڪل سوسائٽيءَ
سان ڳنڍيل ٣٥ سالن کان وٺي قائم رهيو. ڪيترا سال
هو حيدرآباد واري شاخ ”بيسنٽ لاج“ جو منتري ٿي
رهيو. پنهنجي قرب ۽ مٺاج سان هن سڀڪو ٻوڙهيو
ڪري، سوسائٽيءَ جي چڱي خدمت ڪيائين. سکر،
روهڙي، شڪارپور، لاڙڪاڻي، ڪئيٽا ۽ ملتان ۾ جتي
سوسائٽيءَ جون شاخون آهن، اُتي هو صاحب سال بسال
وڃي چڱو ڪم ڪندو هو ۽ پنهنجي مٺڙي آواز سان
سڀني کي ڪافيون ٻڌائي پرسن ڪندو هو. سنڌ جي
ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هن پاڻ کي هر دلعزيز ڪيو. ڪاڪي
جو ديهانت تاريخ ٢٦ آڪٽوبر ١٩٤٠ تي اٽڪل ٥٦
ورهين جي ڄمار ۾ پيٽ نونڊ ٻائي (ڪاڪي جي گود ۾
ورتل ڏيءَ) جي گهر ڪراچي ۾ ٿيو. حيدرآباد جي
بيسنٽ لاج ۾ سڀڪنهن ڇنڇر ڏينهن ڪاڪو صاحب
پائرن ۽ پيئرن سان گڏ، من موهيندڙ ڪافيون ڳائي

سيني جون دليون ٻڌائي ڇڏيندو هو. سندس ڪنهن
ڪيل ڪافيون صوفي مت تي ٻڌل آهن ۽ گهڻيون اهڙيون
جون آهن. ڪن ڪافين ۾ قدرت جي ٻاهرين نظاري
جو ورڻن آهي ۽ منجهن روپ رنگ جو مزو ڏيکاريو
آهي. ڪن ۾ وري عشق ۽ عقل جي ڀيٽ، ڪن ۾ ذات پات
جي غير طرفداري، ڪن ۾ عرش جو بلند پرواز، ڪن ۾
الوهيت جي خيالات، مطلب ته هر هڪ ۾ پنهنجي
پنهنجي خوبي آهي. ڪاڪو صاحب ڪافيون پنهنجي
روح سان ڳائيندو هو. سندس من جي موج، دل جو
اُمنگ، بدن جي بي پرواهي ۽ اندر جي راحت، ڪافين
چوندي پڪندي هئي. ڪاڪي جي تحسين جوڳي
ڪم کي قائم رکڻ لاءِ سندس ڪنيون ڪيل ڪافيون
ڇاپائڻ لاءِ حيدرآباد جي ٿياسوفيڪل سوسائٽي جي ڀائرن
پنهنجي ڪٺي ڪيل ميڙ ۾ هڪراءِ فيصلو ڪيو. انهي
پٽاندر اُهي ڪافيون هڪ ننڍي پستڪ جي صورت
۾ آڻي ڇپائي پڌريون ٿيون ڪجن. ٿياسوفي ۽ تصوف
جا مٿا ساڳيا آهن. مول مٿا سڀني مذهب جا ساڳيا
آهن. فقط ٻار جو پياسي ٿي سچي راهه تي پنڌ ڪرڻو
آهي. انهيءَ ڏس ۾ هيءَ به هڪ وک آهي.
ازان سواءِ ڪاڪي صاحب جي پوتر يادگيري به ڪرڻ

جڳائي. سندس ڇهڪندڙ پيشاني، ڪلمڪ ڇهرو، وڻندڙ
مذاق ۾ اندر جو پيار، ڪنهنکان به نه وسرندو. ٻارن
ٻچن، ننڍن وڏن، ٻاڙن ٻچن کي هن جادوگر وانگر
عمدي اثر هيٺ آڻي پنهنجو ڪيو. سندن کان ٻاهر به
سوسائٽي جي ڪمن ڪارين سان ويو. خاص ڪري
سندن انٽشنل ڪاليج برپا ڪرڻ وقت جڏهن چندو ڪٺو
ڪرڻو پيو تڏهين معزز ٻاءُ جمشيد نسروانجي ۽ ڪاڪو
صاحب چڱي محنت وٺي پيسو ڪٺو ڪري آيا.

منگهارام کي "ڪاڪي" جو لقب ننڍي هوندي
کان وٺي نصيب ٿيو. ڇاڪاڻ ته سڀڪو ڪاڪي کي
پنهنجو سڄڻ ڪري سمجهندو هو. ڪاڪي پنهنجي
حياتيءَ جو گهڻو ڀاڱو جدا جدا سڪولن ۾ ماستري ڪري
ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي تعليم ڏيڻ ۾ سجايو ڪيو.
پهريائين هو اڪيڊمي سڪول ۾ ٻاءُ خانچند پرتاب راءِ
جي مدد سان گهريو، جنهن صاحب جلدي هن کي هڪ
ننڍي برانچ جو هيڊ ماستر ڪري رکيو. پوءِ اتان پڻ
هندن ڏي ويو جهڙوڪ ڪندن مل گرلس سڪول،
بعد آشرم، ڏيارام سنسڪرت پاٺشالا، قليلي هاءِ سڪول،
حيدرآباد نئشنل ڪاليج مطلب ته سڀڪنهن هنڌ، هن
پاڻ کي ڪارگر ڪيو. شاگردن جي دل ۾ ڪاڪو

صاحب پنهنجي ويندو هو. سندن ٻلون چڪون هو خيال
۾ نہ آڻيندو هو ۽ انکي ڪا مٺن ڪاوڙ ڪندو هو پر
هو پيار کان ڪم وٺندي سڄيءَ طرح سان سکيا ڏيندو
رهيو. سڪول جي چوديواري کان ٻاهر، ڪاڪي
صاحب شاگردن لاءِ، پاڻ وٽ هڪ ڪارائتو ڪم ڪيو.
سڪائوٽي مٿي تي ننڍن وڏن کي خوب گهمائيندو ۽
ڦيرائيندو هو ۽ کين شيوا. ٽهل ڪرائڻ سيکاريندو هو.
چرين جي اسپتال ۾ وڃي چرين کي کارائڻ ۽ کين ڳائي
وندرائڻ جو ڪم، توڙي مريضن جي، سول اسپتال ۾
وڃي پرگهور لهڻ ۽ کين وندرائڻ جو ڪم هن چڱو ڪيو.
ننڍي هوندي کان وٺي سٺا سنسڪار سندس دل ۾
اڀپن ٿيا هوا. ساڌ سنگت شروع کان وٽي نصيب ٿيس.
شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيائين پر سندس جيجل ماءُ کان
اها ڳالهہ سٺي ڪين ٿي، تنهن ڀائي ڪلاچند صاحب
جي سرن وٽي کيس ويٺي ڪئي تہ ڀت ڪيئن اســ
ــرناٽي ڏينم! ڀائي ڪلاچند جو ڪاڪي تي چڱو
راز ۽ اثر هو. ڀائي صاحب جي چئي کــان ٻاهر ڪاڪو
ڪوله وڃي سگهيو. ڀائي صاحب پنهنجي ڀاڻيجيءَ
سان شادي ڪرايس. گرهست آشرم جي فرض جي
پالنا ڪاڪي پوريءَ طرح سان ڪئي. وهانءَ جي وات

ڇڏي ڏيندس ۽ دنيا جا سڀ ڪم پرانهان ڏيندس. جوانيءَ جي
وقت ۾ هن سڀ ڪيو ته هڪ جوانن جي ٽولي ٺاهڻ
تمام ضروري آهي جي ٽوليءَ اوسٽا ۾ اخلاقي سکيا
پرائي وڏي ٿيندي، ديس سيوا ڪن. تن ڏينهن ۾
هڪ آدرشي جوان پاڻ واڌو مل هڪ "هندو ڪمار
منڊلي" برپا ڪئي، جنهن منڊليءَ چڱو پاڻ موکيو.
ڪيترا سال اها منڊلي ٿياسوفيڪل سوسائٽيءَ جي
لڳولڳ پاڻي پوهو مل ڪيالڻي جي جاين ۾ قائم هئي.
جوانن انهيءَ منڊليءَ مان جيڪو لاڀ پرايو ۽
سکيا ورتي سا سڀني عمر کين ڪم آئي. انهيءَ
منڊليءَ جا اصلوڪا جوان ڪيترا جيئرا جاڳندا
آهن ۽ گهڻو ڪري سڀڪو منجهائن، پنهنجي لوائي ۽
پنهنجي وايو منڊل ۾ آدرشي ڪم ڪري رهيو آهي.
اهڙيءَ منڊليءَ جي ضرورت خاص ڪري حيدرآباد
شهر ۾ اڃا تائين آهي ڇا لاءِ ته اخلاقي سکيا پوريءَ طرح
سان سڪولن ۾ ملي ڪانه ٿي سگهي. شهر جو وايو
منڊل اڃا به اهڙين منڊلين جي طلب ڪري ٿو. انهي
ڏينهن ۾ منڊليءَ ۾ شبد ڪيرتن جي ڏلي هڪڙي
پاسي، ڏرمي ودياڀڳي پاسي، اخلاقي ورتاءُ ٻئين پاسي،

مردانگي ۽ شيوا چوٽين پاسي موجود هئي. ڪاڪو
پاڻرن کي شهر کان ٻاهر وٺي نوان نوان هنڌ ڏيکاريندو
هو. ڪڏهن جهنگ ۾، ڪڏهن ٽڪرتي، ڪڏهن ٻنين
ٻارن ۾ ۽ ڪڏهن درياهن جا ديدار ڪرائيندو هون.
مطلب ته هو ننڍي هوندي کان وٺي اسڪائوٽ مٿن
تي پاڻرن سان گڏ هلندو هو. غريبن جي شيوا ڪرڻ،
دردوندن جو دک دور ڪرڻ، ماتمين کي دلداري
ڏيڻ، مريضن کي سهائتا ڏيڻ ته ڪاڪي صاحب کان
سيکو سکي. پليگ جي وقت ۾ جڏهن سيکو سکيو
سپاويڪ پاڻ بچائڻ لاءِ انهيءَ اندوريءَ بيماريءَ کان
ڀڄي پاسو ڪري شهر ڇڏيو ويندو هو، تڏهن غريبن جي
پرگهور لهڻ ۽ شيوا جو ڪم، پنهنجي حياتيءَ جي پرواه
نه رکي، ٻي ڀائي سان ڪندو هو. ڪاڪي صاحب
انهي سمي ڪسبين جوڳو ڪم ڪري بيمارن جي چڱي
خدمت ڪئي. ڪاڪو صاحب سڀاو جو نهٺو، لباس
۾ سادو هو، پر پيار ۾ سدائين ڀرپور هو. سندس آدرش
اوچو، نظر ڊگهي ۽ رهڻي ڪهڻي مزيدار هئي. آکاڻين
ٻڌائڻ جي طرز نه ڏاڍي ياد هيس. ٻار ٻچا ۽ جوان
پنهنجي تڪليفن جو اظهار ڪري ڪاڪي صاحب کان صلاح
مصلحت وٺندا هوا. پاڻرن جو نه خاص ڪري منجهس

گھڻو وسواس ھوندو ھو. سڀني کي پنھنجي مٺھن
خوش ڪري، پيار سان، سندن دل جو بار لاھي
ڇڏيندو ھو. ڀاڙيءَ جي بيماريءَ جي وقت ۾
ڪاڪي صاحب جي خدمت، سندس گود ۾ ورتل
ڌيءَ، نوانڌ ٻائي، اھڙي طرح سان ڪئي جا ھميشه
واسطي مثال طور ياد رھندي. نوانڌ ٻائي ننڍي ھوندي
کان وٺي، خاص ڪري پنھنجي ماتا جي موت کان پوءِ
ڪاڪي صاحب کي پتا سروپ سمجھي، پنھنجي سچي
پيار جو ثبوت ڏيئي، اوچي درجي جي خدمت ڪرڻ
لاءِ ڪئي. ڀاڙيءَ ۾ مرڻ مھل، ان گھڙيءَ ڪاڪي
صاحب نوانڌ ٻائي کي پاڻ وٽ سڏي ھٿ جوڙي
ڪانئس موڪلائي ڪئي ۽ مٿس آسيس ۽ دعا ڪئي.
موت جو ڀؤ ڪاڪي صاحب جي دل ۾ ڪڏھن
۾ ڪونه ٿيو. ڏسڻ ۾ ايندو ھو تہ ڪاڪو صاحب
موت کي ھڪ وندر گاھہ جو جھونو مڪان سمجھندو
ھو. ھڪ عجيب واقع سندس موت کان ٿورا ڪلاڪ
اڳ ۾ ٿيو ھو، جو ٻڌندڙن اڳيان رکڻ مناسب آھي.
موت کان ھڪ رات اڳ ۾ ڪاڪي پنھنجي پٽ پوي کي
چيو تہ آءٌ ھاڻ موڪلايان ٿو ڇو تہ آجيان لاءِ پرلوڪ ۾ تنھنجي
ماءُ اکيون پائي مون ڏانھن ھمدردي سان ويٺي نھاري.

آءُ کيس پيو ڏسان پر تون کيس ڪونه ٿو ڏسين. تون
ڪلاڪن گذرڻ بعد ڪاڪي جي دم ڏيڻ جو وقت
تمام ويجهو ٿيو، اکيون ڦريس، ساهه اٽڪو هليس. اها
ٻاهرين دردناڪ حالت ڪي ڪلاڪ پئي هلي. پر
ڪاڪو، هيڪر وري سجاڳ ٿي پڇڻ لڳو ته هيترا
ڪلاڪ آءُ ڪٿي هوس؟ پوءِ ٻڌايس ته ههڙي طرح
سان توهين تمام گهڻي تڪليف هيٺ ڪلاڪن جا
ڪلاڪ هتا پر ڪاڪي ورندي ڏنيس ته ٻيا اٿين نه
آهي جنهن تو سمجهيو هو. ڇاڪاڻ ته ٻاهرين ظاهري
تڪليف جا تو سمجهي هئي، تنهنجو اثر نه منهنجي من
تي ۽ نه تن تي ٿيو آهي. پاڻ عجب ڪاڌائين ته ٻيا!
تون چوين ٿو؟ ڪيترن ڪلاڪن تاءِ وري به يارن
دوستن سان ڳالهيون ڪياءِ ۽ ننڍ ٻالي جي پيئرن جو
ٻه شڪريو ادا ڪياءِ جن به سندس چڱي خدمت ڪئي
هئي. حياتيءَ جون تڪليفون ۽ سوريو جا ڏک، ڏاڪڙا
ڪاڪي صاحب صبر ۽ ساڃاهه سان سٺا. پڇاڙيءَ ۾
سڀني کي چتاياءِ ته آءُ هتي دنيا جو ديدار ڪري آيو
آهيان ۽ وري اتي وڃڻ لاءِ تيار ويٺو آهيان. اهڙي
طرح ڪاڪو صاحب کلندو، مرڪندو، چرچا ڪندو
۽ وندرائيندو پرلوڪ پڌاريو.

شل سنڌس چيل ڪافيون هر هنڌ واڄٽ ڪن ۽
پنهنجو اثر پيدا ڪن ۽ ڪافين ٻڌندي وري ڪاڪي
جو آواز ڪنن ۾ ڪڙو رهندو اچي ۽ سنڌس ميناج جو
پڙاڏو روح کي راحت ڏيندو اچي. ڀائي ڪلاچند
صاحب ۽ ڪاڪي لي آسيس ڪئي هئي ته موت تائين
شال تنهنجو مٺو آواز قائم رهي. پر اسان سڀني جي
اها پرارٿنا آهي ته موت پڄاڻا ۾ ڪاڪي صاحب جو
مڌر آواز ۽ يادگيري طور قائم رهندو اچي.

پڄاڙيءَ ۾ هيءُ چوڻ مناسب آهي ته ڪافين ڪٺي
ڪرڻ ۽ چونڊي تيار ڪرڻ ۽ سمورو جوڙجڪ جو ڪم
اسان جي پياري ڀاءُ وشنداس ايسرداس جگتياڻي تمام
گهڻي محنت ڪري پورو ڪيو آهي ۽ سنڌس
شڪرگذاري سوسائٽيءَ جي ڀاران بجاءِ ٿي آڻجي.

درازن واري ٽماڻي فقير جا ۽ شڪرانا ٿا مڃجن جو
هن صاحب پنهنجي ست سنگ ۾ ڪاڪي صاحب جي
پريم ۽ سچي سڪ جي ساراهه ۽ يادگيريءَ ۾ سنڌس
مرليءَ پڄاڻا پڄن ڀاءُ ڪيترن ڏينهن تائين قائم رکي،
مٿس آسيس ڪئي ۽ سنڌس روح کي راحت بخشي.

”روح ڪاڪي جي مٿي رحمت رسي ڏاتار جي
دائما ڪاڪي اُتي ڪرپا هجي ڪرتار جي.“

**گاگن مل ڏيتارام**
منتري بيسنٽ لاج ٿياسوفيڪل سوسائٽي
حيدرآباد سنڌ.



# مهاڳ

اسانجي سڳوري سنڌڙي، جا ناميارن صوفين جو مڪان آهي، ۽ جنهن ۾ اڳ سڀ هندو ۽ مسلمان ساز ۽ راض ۾ رهندا هئا، اُتي، اڄ، ارمان آهي ته فرقه بندي، ڇڪتاڻ جاري ٿي آهي ۽ ويڙ وروڌ ورڇيل آهي. انهي ڪشمڪش جو سبب هي آهي، جو صوفيانه سکيا، جا پيار، همدردي ۽ ايڪتائيءَ تي بڌل آهي ۽ جا اڳي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليل هئي، سا اسان وساري ڇڏي آهي. اسان جي پياري صوفي ڪاڪي منگهارام سائينءَ جي يادگيريءَ ۾، جو هي ڪتاب ڇپجي ٿو ۽ جنهن ۾ صوفيانا گنڀير گفتا ڏنل آهن، سو هن وقت، اميد آهي، ته جدا جدا فرقن ۾ ايڪتائي آڻڻ ۾ ڪارائتو ٿيندو.

شال هن ڪتاب جي پڙهڻ مان:-

سنڌڙيءَ سڀنيءَ ۾ محبت وڌي،

وڃي ڪشمڪش، همصلاحي پجهي!

ڪراچي، ١١-١-٤١] ليلارام پريم چند

# صوفي ڪافيون

## (١)

### سچل

اصل اسانجو آهي، ننگر ٻارو چل توتي

١. ڇڏڻ مذهب ناهي، ننگر ٻارو چل توتي

٢. ڏرڙو جنهنکي ذوق تنهنجي جو، ڇپر تنهنکي چاهي

٣. جاڏي گهمائين تاڏي گهمون ٿا، ڏوري وڏي توڏاهي

٤. جيهو تيهو، يار اوهانجو، ڇڏڻ لايق ناهي

٥. ٽرين ٻرين يار ٽڪيءَ کي، رس ڪوهيارا ڪاهي

٦. ساه سچوءَ جو، در تنهنجي ڏانهن، هڏ نہ آسرو لاهي.

## (٢)

### ٻارو چا وو يار ڪوهيارا

ٻارو چا پوندءِ ٻاجهہ-

ڇپر متي کي هيٺن نہ ڇڏ جانءِ يار ٻارو چا

١. پوڙهيو ڪنديس ڪيچ جو- هٿين ڪنديس هاج

٢. پٽيءَ لڳس پر جي- منجهون ساري راڄ

٣. گھوريان گھوريان گهوٽ مرشد هاديءَ تان-
هيءَ مٿي يون سڀ ماڳ
٤. پسرط ڪارڻ پرين جي- سچل وجهي ويٺو واجهه

(٣)

پانهو پيان ۾ پاڻ، تون آهين مالڪ ملڪ جو
١. لا خير يغني، عبيدي، اهو اٿيئي اُهڃاڻ
٢. پاڻ پنهنجو، پاڻهين، صورت منجهه سڃاڻ
٣. تون ئي جاڳندڙ سپڪي، ٿئين ڪينڊن آڇاڻ
٤. الله الله چئو چوين، پاڻ ئي الله جاڻ
٥. سچو، سائين هڪڙو، ناهي شڪ گمان.

(٤)

ڍول پکي پرديسڙا، تون ڪهڙي ديسئون آوندئين
١. هٿ وچ مرلي، پيرن گهنگهرون،
گليءَ گليءَ وڄاوندئين
٢. اُتون آيا هين پيرون لنگهرو،
اتان تہ پانور پاوندئين
٣. جڏهان تون آيون، ڍونئي محل وچ،
تڏهان تون ڪيہ ڪجهه ڪاوندئين



Scanned by CamScanner

۴. جڏهن تون آيو پالاپڻ وچ،
هر ڪنهن تون پاوندئين
۵. جڏهن تون آيو مدر کهر وچ،
آه آنت پل جاوندئين
۶. لالا موهن، لڄ نهين آوندي،
ذرا نهين شرماوندئين
۷. سچو ذات صفات دي وچ،
سهجڻون آ سماوندئين۔

(۵)

چيم آخر پڌي هتڙا - اڳيون دلبر تو ايندا سين
چياءِ ايندين تڙا ٿيندو - ڌ سرط منهن ڪين ڏيندا سين
۱. چيم دلدار ڪي، آهيان - فقط هڪ لطفي جو سوالي
چياءِ ڪين اهڙا سوال - موڙ ون هت مڃيندا سين
۲. چيم دلدار تنهنجي در تي - اچي ٿيندس مان دربانيءِ
چياءِ تنهن طرف هرگز نه - پور ڏين در پٽيندا سون
۳. چيم منهنجي مرط ڪانپوءِ - اچج جاني مرقب تي

ڇپاءِ جي ڏئوسين ڪٽ- لٽاڙي لوڙه ويندا سين

٣. ڇپ اي دلربا دلبر- نه ڪر گهر آبرو منهنجي
ڇپاءِ هي اڇا ڇاهي- گهٽا پيا سور ڏيندا سين

٤. ڇپ دلبر مٺا دم دم- پرتو اٿيئي سچو سائل
ڇپاءِ ڪون لوڙهج دل- اوهان آخر گڏ يندا سين.

(٦)

سچڻ پاڻ سڃاڻڻ آيو، ڪم نه هيرس ڪو پيو
آيو سو پلي آيو

١. پاڻون ڇاڻي پاڻ سان، هت لنؤ تا لائڻ آيو
٢. عرش منجهاران نڪري، ورهه وسائڻ آيو
٣. سوريءَ تي منصور ٿي، هت سر سلائڻ آيو
٤. مصر جي بازار ۾، هو ملهه وڪامڻ آيو
٥. سچو هن سنسار ۾، هت پير گهمائڻ آيو.

(٧)

عاشق اکيون اُپٽي ڏسين - آهي مڙيوئي يار ميان
ظاهر زباني ٿو ڪريان - عجب جيهو اسرار ميان

١. اعتقاد فردا جو نہ رکہ، اڄ ڏي دست تي اظهار
جنکي پسط ڌت پرين جو، ڌت پئي تنهين ديدار
٢. سالڪ صحيح ڪي تا ڪرين، صورت سند وگلذار
پاڻون پڌرين چؤ پين ڪي، آهين سپہ سالار
٣. بلبل اول ڪر پاڻکي، گهت گهت سند وگلذار
جي تون زليخان جان ٿئين، ساجن سپو سنسار
٤. تون تا سچي هن ڳالهہ کون، عاشق نہ ڪرانڪار
جيڪي چيو مرشد توکي، آهي اُتي اعتبار
٥. سروپا آهو ساجن وسي، تي پاڻ کون بيزار
آهي وس سچو سپ يار جو، ذرہ کو اسان اختيار.

(٨)

ڪيڙو مست پرين جي ڪنهن ناز مون کي
وسريو روزو ناهي ياد نماز مون کي
١. نيڻين ننڊ حرام، آهي وٽ روز آزل
سرندو سوز سچڻ جو، آهي ساز مون کي
٢. شوق شراب پيئان، پر وٽ راتيان ڏينهان



Scanned by CamScanner

ڪڙهي قاضي ملان جو، ڪو لحاظ مرن ڪي
٣. وائي وات ڪهائي، هو هو جي پڙين
وري اچي هو هو پرين ڏانهن آواز مون ڪي
٤. سچل مقصد سارو، تون ول تون ئي جيڙين
ڏس وري ناز پنهنجي جو، ڪو راز مون ڪي.

(٩)

لنگهي ويون ڪالهه قطارون-
ڪونجڙين جون ڪيچ وطن ڏيهه
١. ڪنديون ويون ڪيچ ڏي -
طرحين طرحين تنوارون
٢. ولر ڪيو ور ڪن ويچاريون-
ڦٽي ٿيون سي ڦارون
٣. ولر ڪونجڙين جو-
ڪنهن اوندهه اڏاريون
٤. آنهن جي افسوس جون -
پونديون نيت پچارون
٥. سچل هلير سوزهه -
لاهي لوڪ مياروڻ.

(١٠)

محبوب ڳالھ ڏس مون ۾، معشوق ڳالھ ڏس مون ۾

١. واه ڪاريگر ساز بڻايو، ڪن فيڪون جي ڪن ۾

٢. بي قاعدو بازار گھمين ٿو، گل ڦل باغ بدن ۾

٣. چوري چوري سير ڪرين ٿو، تنھنجو چاند چمن ۾

٤. سر ڪري سينگار سچو ٺاهي، دوست آيو درسن ۾

٥. دلبر ديرو دائم دل ۾، جو ديکين پيئي درپن ۾

٦. فيض فاروقي فائق بخشيو، رهنمائي هن فن ۾

٧. سچل سائين صحيح ڪري ڄاتم،
يار ڳڌيو ڪکن پن ۾.

(١١)

نہ مين تاب، نا، بي تاب-
نہ مين ابر، نا، آفتاب

١. نہ مين گويا، نا، مين جويا-
نہ سوال، نا، جواب

٢. نہ مين خاڪي، نا، مين بادي-
نہ مين آتش، نا، آب



Scanned by CamScanner

٣. نہ مين جني، نہ مين آنسي -
نہ مائي، نہ، باپ

٤. نہ مين سُني، نہ مين شيعہ -
نہ مين ڏوھ، نہ ثواب

٥. نہ مين شرعي، نہ مين ورعي -
نہ مين رنگ، نہ رباب

٦. ذات سچل دي ڪيھي پڇندين -
نالي تہ نہ نايات

(١٢)

نماڻي دا ننگڙا - جيوين تيوين پالڻا

١. ميري آهيان، مندي آهيان - بيشڪ بندي آهيان
ڏکين منھنجا ڏولڻا، منھنجا عيب نہ ڦولڻا

٢. پيان پناري، لڳي آهيان لاڙي -
جوڳي نال جالڻا - اسان وَل هين آوڻا

٣. يار سچل تون، لٿي ڪشالي
ڪھو نڪھت ڪولڻا - پھ پھ ڇولڻا.

## دلپت

### (١٣)

آتش عشق جڏهن جڳائيہ –
تڏهن دوزخ دود ڪائيہ ڪيون

١. جوڙ جهان زوال ڪيتوئي –
ايهو جيها باغ بنائيہ ڪيون

٢. آئي اناالحق آپ آلائيہ –
منصور مسڪين مارائيہ ڪيون

٣. معرفت مچ مچائيہ آپي –
سِر شاهہ عنايت ڪپائيہ ڪيون

٤. درشن ويلي دير ڪريندا –
دلپت برهہ ٻچائيہ ڪيون.

### (١٤)

پوري، ڪاهِينِديُن سون لاءِ – توکي سورن آيو ساءُ

١. پوٽيون تنهنجون جهرڪن جهتيون –
هيون اُڏايون واءُ
پسين آرت اُوجهرين – توکي سمهڻ آيو ساءُ



Scanned by CamScanner

٢. ڀيڙي ٻوڙي ڏَرَ ۾ - توکي اڇي سڌ ڪندا
وَڻون سَڄڻ تنهنجڙن - توکي سنيهڙا ڏيندا

٣. محبت سندو مڇ ڀري - تو ڪيئن مات جڳاءِ
ڪيئن سانڍيندين ڪپهہ ۾ - سندي تاندن باھ

٤. سچي سڪ سڄڻ جي - اندر جنهين آھ
سي ٻانوريون ٻَڙن ۾ - روئنديون پڇن راھ

٥. داپت چوي دل مون - من پروڙيو آھ
اسان پنهنجي پِرين تون - صدقي ڪيو ساھ .

(١٥)

جيڏيون، جانب آيا، جن جي نهو ريس نينهن

١. جانب ذوق مون تيڙا ظاهر، اکين ڏٺم اندر ٻاهر
چاڪي ساھ سِڪايان، مون وت راتيان ڏينهن

٢. عشق آگر جيءَ جُهر لايا، من جا محرم مينگهہ ملايا
ويهي وصل وَسايان، محبت سندا مينهن

٣. جنجي ڪارڻ هُيس حيراني - آهي آبر جيءَ جا جاني
چاتيءَ منجهہ چپايان، ڏيهہ ڏيکاريان ڪيئن

۴. رمز ذاتي صحيح سڃاتي، ڪيٽري اندر عشق اثباتي
ويٺي راتول رائيان، جو کيچ اندر جيءِ

۵. دلبت هيءَ دل آهي ديواني، ڏسڻون دوستن وڃي وڪاڻي
وڪي ڪيٽن وارئيان، هو تن ڪان، هاڻي هيءَ.

(١٦)

ڏونديو لهه آپ يار- ڪاهي گنوائي آپ ڪرن

١. تون آزاد نهين آد تيري-
آئي پيون وچ، مٽن، اور، ميري
آپ سمجهه هو هوشيار

٢. اُپها تيري، ويد وکانت-
گرنت نہ تيري آد پڇانت
پراڻ نہ پاوت پار

٣. جسڻون گڙلين سوئي تون ڏڙلين-
جوئي وسندا سپ دي چولي

جهاتي پاءُ آپ سنڀار

٤. جسنون ڍونڍين، سو تجهه وچ ڏسندا -
تين لوڪ لباس جسدا
سو آپ اندر دلدار

٥. آپ پڇاڻ، ڇوڙ دلگيري -
هوءِ فقير، تج دي پيري
من دي، ميءِ، ڪون مار

٦. آپ سمجهه، آپ هوءِ رهيٽي -
نا ڪجهه چاڙهي، نا ڪجهه گهيٽي
دالپت يهه تت سار.

(١٧)

ڪنهن ڪي سليندس آهه اندر جي -
نينهن اٿهو ڙي مون کي نسنگر نيو

١. عشق آچانڪ راهه ويندي جو -
سانگر ڪيڙو ڏکن ڏڏي جو



Scanned by CamScanner

جيءَ جانب لئي جوڳي ٿيو

٢. ڪاڻ ڪيچن جي، ڏيهه ڏوريندس-
سور ساٿي ڪري، وندر، وو ريندس
هو، جو، هٺي هاڃو هنيو وٺي ويو

٣. جهلي پلي جيڏيون، ڪنهنجي نه رهنديس-
طعنا مهڻا سڀ سر تي سهنديس
مون کي جوءِ جانب، کو ڏس ڏيو

٤. عشق اڏانگو جي پڻ چاڙهه-
پيچ پرت جو هوند نه پاڙهه
هوند پوُر پرين جي نه پچڻ پيو

٥. باه برهه جي ٻاري ٻارو ڇل-
اچي اندر ۾ لائي ڏاڍي ڇل
رات ڏينهن تنهن ۾ پچڻ پيو

٦. وِره ويرڇل ڪيس ويراڳڻ-
اکڙيون آتاريون اچي اوجاڳڻ
سمهڻ وهڻ مون کي وِه ٿيو

٧. ساڻ سُهڻين عشق اڙايس -
سورن ڪارڻ چاڪي چايس
هاڻي سڪ سَجڻ جي سر تيو
٨. دليت درسن ڪيس ديواني -
لاهي هليس لڄ لوڪاڻي
پاڇهون عجيب پُڇهي نہ پيو.

(١٨)

مُئن، تون، پهہ جگہ، هيء ناهين -
هي سڀ ايڪو وام پسارا.
١. تون تون ڪرندي، وِچڙ جو مرنديون -
مَٿن مُئن دي وچ انڪ غُبارا
٢. اندر ٻاهر ايڪو ظاهر -
ويکہ اکئين تنهن نور نظارا
٣. پهون گهران وچ، لاڪ گهر والا -
سڀ وچ تہ سدا سڀ سي نيارا
٤. عشق اشارا تہ ترا، دل وچ -
دليت ڏيکيا، عجب ديدارا.



Scanned by CamScanner

(١٩)

من ۾ وسي تو سڄڻ دل جاني،
ڇا کي ڏورين ٿي، ڏور ديواني.

١. ويجهو وين کون، اکين اوراهون،
ساه کون سوا، تنهنکي پسُ م پراهون.

٢. جنهن ڪارڻ ڏيهه ڏونگر ڏولي،
سوئي ڀولي، اندر ڇولي.

٣. اندر ٻاهر ايڪو اوهي،
دلپت ويکي ورلا ڪوئي.

(٢٠)

مَن هين مُلڪ ملير - ڪاڏي وڃان سپ وطن ٿيوسين

١. من هي پنوهار، مارو ٻيي من هي -
من هي عمر همير

٢. من هي عرش، فرش بي من هي -
من هي شاه فقير

٣. من هي محبوب، مشتاق بي من هئي،
من هي رانجهن هير



Scanned by CamScanner

۴. جدا جانب ري، جاءِ نه ڪائي –
جنهنجو عالم سڀ سرير

۵. دليپت دل مون آءِ مايوسين –
سجڻ ساڻ اُڪير

(۲۱)

ميڏي اگڻ آيو شام –
مڻن ڪوئي نه ڪيتا شُپ ڪام.

۱. اگڻ آيا نيڻهن پيدايا –
پايا من بسرام.

۲. اندر ٻاهر نور نرمل –
وسيا سُن دا گام.

۳. سڀ ۾ اڪ سَم وِيتل وسندا –
خالي نهين ڪوئي ٺام.

۴. لنو لنو دي وچ رام رميتا –
دليپت پايا سک ڌام.



Scanned by CamScanner

(٢٢)

هر شيءِ دي وچ، تونهين وسيا- اپنا آپ ڇپائيہ ڪيون

١. اندر ٻاهر، تونهين وسيا- بنورا لوڪ ڀلائيہ ڪيون
٢. لنوِ لنو دي وچ، رم جهم رهيا- اُلٽا برهه بچائيہ ڪيون
٣. پاپ پن، تم آپ ڪريندا- دوزخ بهشت بڻائيہ ڪيون
٤. دليت دم جدا نهين توڪان، وصل، وڇوڙو آکيہ ڪيون.

(٢٣)

هوري هميشه رام سان ڪي سنت کيلن ٿا سدا
جي پنهنجي پيءُ تون گهورين ٿا تن من فدا.

١. تن جا رتا جاما جگر، رنگ رام جي ڳوڙها ٿيا
وتي برهه پي پريت سان، اُنجا تن سي مخمور ٿيا.

٢. سر ڏيئي ثابت ٿيا، گر شبد جي سوريءَ چڙهيا
سرت ساڏي سوار ٿيا، ساجن ملي جيون ڪريا.

٣. راتيان ڏينهان رت رام سان، ڏن ڏيان مِ محڪم ٿيا
تحقيق ٿريا سي وسيا، دليت هر هر دم ٿيا.

(٢٤)

يار جڏهن سجڻ جون اکڙيون
شوقين شڪار ڪن ٿيون
اس مُرغ دل خراش ڪو-
وري سي فڪار ڪن ٿيون.

١. مژگان جه تير ڪرده – ابرو ڪمان ڪشيده
بيعي ڪي بُرج ڇپ ڪر- ڌاڙو ڪار زار
ڪن ٿيون

٢. ليلان ڪي نَين ويکي- مجنون جه مست هوئا
منصور ڪو مداهي- سوري جسوار ڪن ٿيون

٣. دليت درون سيناٰ ڪاري جه زخم ڪينا
ماريو يعيم عاشق- تيهان يوء قرار ڪن ٿيون.



Scanned by CamScanner

## شاھ عبداللطيف

(٣٥)

اُٺي توُن چرخي کي ڇوَر – سُٺي مون سوَر پرايا

١. تَند نہ ڪيڄ تڪڙي – ڏاڍي ڏيٺي ڏور

٢. سنهو ڪتڻ نہ سگهين – اُٺي رنيدا روڙ

٣. جيسين رتو راس ٿئي – تيسين پڳي سان پير

٤. اڏيون شاھ لطيف چوي – آڏي اُٺي توُن اور.

(٣٦)

آزياڻي، اوهان چا ڏٺو هو – جيڪي ڏٺو هو موُن.

١. مڪڙ ماکي مصري – تنهنکان محب مٺو هو.

٢. سج چنڊ تارا ۽ ڪتيون – تنهنکان تاب تکو هو

٣. سرتيون شاھ لطيف چوي – مرشد نام مٺو هو.

(٣٧)

آءٌ يارو چل آڇ، پنهل جام ڀرڇ
موُت وڃو ڙو ٿو ماري.

١. آءٌ نہ پرچون پاڻ – ڳالهيون ڳرهيون ڪيچ
سوُر اندر جا ساري

٢. ڦولن ڪوڙي آهيان – سائين ڪندو سچ
پيس جنهن جي پناري

۳. پهرِ پٽ ڙيون ڏ ڪيون - ڪنهن ڪو نہ خرچ
سمر ڪٽندس ساري

۴. سرتيون شاهه لطيف چوي، من منهنجي ۾ مچ
ويو تہ ٻارو ڇلِ ٻاري.

(۲۸)

پيرين پوندي سانِ، چوندي سانِ
رهي وڃ رات پنهيور ۾

۱. اُٺ تہ آري ڄام جا- واڳون ونندي سان
۲. چڙهي تہ جهل ڇوٽ تي- سڏڙا ڪندي سان
۳. پلرو پاڪ رسول جو- چائنٺ چمندي سان
۴. ائيون شاهه لطيف چوي - لوڇي لهندي سان.

(۲۹)

جيڻن تا ڏينهن لنگهن، پور تا پون -
هينئڙون منهنجو جهوريءَ ۾ جهڃي ٿو.

۱. آءُ ستي، هو هليا- لڏيو ڏور وڃن
۲. دونهان دوست ميهار جا- روزان روز دکن
۳. ٻاهر ٻاٿ نہ نڪري- اندر جوش جلن



Scanned by CamScanner

٤. مان نماڻيءَ جي نيهن تي - جهليو ٿان نہ جهلن
٥. آديون شاهہ لطيف چوي، وڃريا محب ملن.

(٣٠)

ڇاڪي ڏورين ٿي ڏيهہ - گولهج يار اندر ۾

١. مڪي مطلق نا وڃي - حاجي تون حجري ۾ ويهہ
٢. پورب پنڌ پري ٿيو - سامين سنڌ رو ڏيهہ
٣. سرتيون شاهہ لطيف چوي - محب پڪي اڇي پيهہ.

(٣١)

دل ڪر درخت جي دستور

١. چارپ لڳي چڱا چڻن- ميوا ۽ پيو پر
٢. ڪهاڙو لڳي ڪوڪ نہ ڪري - درد نہ رکي سور
٣. وڍيندڙ سان ويرنہ رکي- توڙي پڇي ڪري چور
٤. پاڻ جلائي ڇانو ڪري- نت انهي تي ڏور
٥. سرتيون شاهہ لطيف چوي- حاصل ٿين حضور.

(٣٢)

منهنجا ڪيچي قول ڪري ويا- هيءَ نا، ويل وڇڙ جي

١. سڏ ٿين سرڪار جو- ماڙيون محل ڇڏي ويا
٢. آئي آڏيءَ رات جو- لاڏاڻا نہ لڏي ويا

۳. پکا پکن ساموهون - آڏا اٺا ٻڌ آڏي ويا
۴. سڙنيون شاه لطيف چوي - ڳوليءَ ڪي ڳر ڳنڍي ويا.

(۳۳)

واڳه ڍَٽي تنهن جي وس - آءُ ڪا ڀاڄ وهيٽي
۱. هلايو تان ٻي هلي وڃان - ٻهاريو تان ٻس
۲. ويندي رهندي ڪين ڪي - منهنجي ڀنپور ڪان ٻس
۳. وڏا ميهن مليرتي - ڳاهن لايا ڳس
۴. اڏيون شاه لطيف چوي - دل جو دشمن دس.

احمد

(۳۴)

جن جي هٿان ويٺا پرين -
تن کون پڇو سگ سور جي
۱. هينڊرو ڀڏائون ڀانڊا ڄڙ -
ڪنهن قرب واري ڪاڄ ڙ
اسان پرين جي پاڄ ڙ -
هٿي دوسني دستور جي.



Scanned by CamScanner

۲. جاڳ ٻڌان جاڳون جيئان –
سڀ سور ڙا سُڏِ ڪيٺون پيان،
ڏسڙا ڏکن جا ڪنهن کي ڏيان –
ماريس انهيءَ مذڪور جي۔

۳. احمد چوي واڳون وريون –
آيا پرين اکڙين ڏريون،
جيڪي درد جون، هيرون ڏريون –
پرين ڏٺي، ويون پوُرجي۔

اشرف
(۳۵)

آدم ڪتسي ذات – ڪتسي ديسون آيا هيءَ
حق ڪي ذات صفات – رنگي برقعي پايا هيءَ ۔

۱. انا احمد مرلي موت سنائي – قم بازني بين بجائي
صم بکم ڪي بات – طوطي طرح بلايا هيءَ

۲. صورت صورت رنگ برنگي – حسن هادي دا
هي هر رنگي ۔

آپ پيا پرپات - دلبر ديد دکايا هيءِ.

٣. وحدت ڪي درياءِ وچالي - موج امواج وصال دکالي

اس قلزم ڪي قطرات - ديکو هي رنگ لايا هيءِ.

٤. اشرف عشق آلوليان ڪيتان - جون پر جام ميرا جان پيتا

اس صالع وچ صفات - اپنا نور کنڊايا هيءِ.

(٣٦)

لڳي هوئي ڪا تار تن ۾ - پرم تون پير پاءِ

١. مچ ۾ مزاق ناهي - ڪهرندا سي کهوريتا

کهرندا آهي سي غازي - هرڪنهن جي ناهي جاءِ

٢. مچ ۾ مچين تون جن لاءِ - جند جان سب جلاءِ

لڪندين تہ لوڪ ڪلندءِ - هر جاءِ جو پنڌ پڇاءِ

٣. اشرف چوي الد رجو - وسواس سب وڃاءِ

جيسين پسين تون پرکي - جيڪي لڳيتي سو لاءِ.

## اصغر شاھ

(٣٧)

اڄ ڪا پرين جي خبر خاص آئي
سرھي وڃايان سيج سدائين۔

١. ناز بون چمن ۾ خوشبوء الاھي،
ايندو باغن ۾ منھنجو سائين سدائين۔

٢. ڪلنگا جي ڪليا سبزي جا آئي،
سارين توکي ساوڻ سدائين۔

٣. پنور ڪلن تي چٽ پٽ لائي،
سورن جي ششنگي لاتم لالائي۔

٤. اصغر شاھ عاشق چوي پرين مل الاھي،
سڪندي مون سڪندي، تي عمر وڃائي۔

(٣٨)

بار بديون لکين طعنا شُڪرانا۔ سٺم سر تي

١. ڪانھي ڪاڻ ڪنن کي مور نہ ڪنھنجي۔
پڌن چورن ڀاڻ ۾ پنھنجي

شونقون ڪن شڪرانا۔



Scanned by CamScanner

٢. لوڪ ساري نون ڇهيڙا جنيون-
سر تي سهندي محبت منيون
پائي ڳچي ڳلِ ڳانا

٣. عرض عجيبن کي قربڻون ڪريان-
اُتي بيحد بلڪل پيريان
تنهن جانب کي لکين جانا

٤. عاشق اصغر کي لاتو لوڙي-
جان ڪريان مان سيد تان گهوري
گهوريان مال خزانا.

آغا

(٣٩)

تيرا مڪان واهِ واهِ - جت ڪت وِسون ٻه تون

١. چلو تو آسمان ويکون- آغا هلي پسون
آسمان مڙيوئي تارا - تارن جو چنڊ ٻه تون

٢. چلو تہ بازار ويکون- آغا هلي پسون
بازار مڙيوئي آدم - آدم جو دم ٻه تون

٣. چلو تہ دریام ویکون، آغا هلي پسون
دریام مڙيوئي لهرون، لهرن جون لال بہ تون.

## الله بخش
## (٤٠)

چاڙهو ٿي تون چاڙهہ- پنهنجو پاڙهہ- پنهنجو آهي پاڙهہ ہ

١. سندڙو پڌي سڪ جو - سالڪ ٿي تون سڃاڻ
٢. ڪيو تون ڪٿ قلب مان - ڪوهيارل
جي ڪاڻ
٣. ڏوري ڏس ڏسڻ کي- ڏاڍو وجهي ڏاڻ
٤. الله بخش الله کي- اثبات ہ آڻ.

## اُميد علي
## (٤١)

هن جو نازوارن سان ناتو- سا مشهور مڱهين ٿيندي

١. نازوارن پنهنجو ناز ڏيکاريو-
پنهي جهانن ۾ جنهن تہ جياريو،



Scanned by CamScanner

٣. ڇلو ته مندر ويکون- آغا هلي پسون
مندر ۾ مڙيوئي مورت- مورت جي صورت ۾ تون
٤. ڇلو ته ڪشتي ويکون - آغا هلي پسون
ڪشتيءَ ۾ رهي راحبُ- راحب جو صاحب ۾ تون.

اللہ بخش
(٤٠)

ڄاڻو ٿي تون ڄاڻ- پنهنجو پاڻ- پنهل آهي پاڻ ۾
١. سنڌڙو پڌي سڪ جو - سالڪ ٿي تون سُڃاڻ
٢. ڪيو تون ڪَٽ قلب مان- ڪوهيارل
جي ڪاڻ
٣. ڏوري ڏِس ڏسڻ ڪي- ڏاڍو وڃي ڏاڻ
٤. اللہ بخش اللہ کي- اثبات ۾ آڻ.

اُميد علي
(٤١)

جن جو نازَ وارن سان ناتو- سا مشهور مڱهين ٿيندي
١. ناز وارن پنهنجو ناز ڏيکاريو-
پنهي جهانن ۾ جنهن ته جياريو،

پوري ماه پلين چو ماتو-
هي مرضيل مري ويندي.

٢. لنؤ ڇولط سان جڏهين مون لاتي-
ڪنڊ ڦوليم ڪسط جي ڪاتي،
تڏهن پيچ پرين مون سان پاتو-
لنگهرس عشق پڌر پوندي.

٣. وس اُميد علي جو آهي ڪهڙو-
يار مليو جنهن کي اصل کون اهڙو،
وچي ناز ڪيو ڏينهن راتو-
هي دل ڪيڻن روئط کان رهندي.

ايسر
(٤٢)

جنهن کي رانول رمز چکائي،
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

١. عشق ماهي دا ڪيتا اُداسي-
برهه لايان تن باهيان،

هير رانجهو ڏي، لڙ لڙ لايان –
ڏيندي ملڪ گنوايان،
ٻي هر ڪا، ماءُ پيءُ ڏي جائي –
هير عشق ڏي جائي.

٢. سهڻيءَ کي سڪ ساهڻ جي –
جيڪا گهڙو موليءَ گهاري،
سُر کي پيتائين سوز سچي جي –
وَل وَل پاڻ سنياري،
ٻڏندي ٻڏندي ميهر ڪيائين –
آهه دريا وچ آئي.

٣. ڏير ڌرمتيءَ سان ڏاڍ ڪري ويا –
ڪرهل ڪيچ قطاري،
ڪاڻ پنهل جي پيرين پياهي –
ڪاهل روز ڪوڪاري،
لگس بند بلوچيان واليان –
قادر قلم وهائي.



Scanned by CamScanner

٤. ڪوٽ ۾ آڻي قيد ڪئي تو-
ڪنهن ڏمرسان ڏوتياڻي،
جيڏي مِلان شال مارن سان-
صاحب ٿيندم ساڻي،
مُرڪي ملڪ شال ملهايان-
ڪير ڪندون ڳڏ ڪائي.
٥. اهڙي يارو، ڪير ڪري-
جهڙا شمس ال شان وڏايا،
صنعل شاه پري دي ڪيتي-
جنهن اهڙم پنڌ پڇايا،
عشق انهي دي الڳ ڪيتا،
دونهين درد ڏڪائي.
٦. ليلان لُڏي لاڏ ڪيو-
جنهن هارتي وُر متايو،
مومل مُٺيءِ پنهنجي ماڻسي-
سومل راڻ سُمهاريو،

پائـــي مياروڻ ڳچيءَ ڳـــاري-
راڻي روج ٿوائي.

٧. زليخان يوسف ڪارڻ جوڳياڻي-
جنهن روئي روئي حال وڃايا،
عشق ليلان دي، مجنـي اندر-
پرڪا بره بڇايا،
ســـوريءَ تـــي منصور ماراينھ-
ڳهت فڪر دي ڦاهي.

٨. سودا وڃج واپار کهٽا- هڪ عشق نہ ملهه وڪامي
ايسر عرض اهوئي آهي- جو دم دم روز ليلائي
سر ڏيئي سلطان ٿياسي- چارڻ ٽندُ ري وڃائي.

بلا شاه

(٤٣)

پريم نگر دي سٽر - اب هم گم هو يا

١. وحدت دي درياءَ اُڇليا- سر رهيا نا پير

٢. جت جانو تت جاءِ رهيو هيءُ- نا وئري نا وير

٣. هم تم هوئيا، تم هم هويا- نا رهيا ڪوئي غير

٤. آج تم هم مئي مٽي پريِ هون-
شاهه بلي دا خير.

(۴۴)

ساري خلق چلي چل جاندي هي

ساڏون ڪل نہ ڪائي دلبر پوندي هي

۱. پيڪي ساهري اها ڳلهي هي

ڪاريءَ چرهيان مڻن هڪڙي چڙهي هي

ڍاهر ٻڌيي تي ڇڄ ڪري هي

پوءِ پيڪي رات نہ رهندي هي.

۲. خوب ڪليون آهن هٽ بزارون

سودا ڳهن ليءِ، ڪر وڻج واپارون

پيڇي تيسي هٽ جون تاريون

پوءِ ڏلري ارمان ڪرندي هي.

۳. ڪال نقارا وڄندا هي

لوڪ سارا سڀ لڏندا هي

جو ڄايا، سو مرندا هي

اها راه ربانيءِ، پيئي وهندي هي.

۴. اُٿو سٿيمان ڪريو تياري

بلي شاه جي آئي هڙ واري



Scanned by CamScanner

تسان ڪيتي هي ننڊ پياري
وچ غفلت، عمر گوندي هي.

(۴۵)

ڪيا جاني دم ڪوئي وو يار - ڪيا جاني دم ڪوئي

۱. سپني اندر ساجن مليا - خوشيان ڪر ڪر سوئي
اُٺ پهان مٿنون نظر نه آوي - ڍونڍيم شهر سپوئي.

۲. چولي اندر جوئي ڍولي - يار نه ميڏا سوئي
جنهين دي ڏال مٿن نينهڙا لايا - مٿن پيي ڏات اهوئي.

۳. بلي شاه نون شاه عنايت - شوق شراب ڊتوئي
ميَ جو پيوَڙ، مست جو ٿيوَڙ - صافون صاف ٿيوئي.

(۴۶)

مٿان ڪرين آرمان وو ماهي يارا -
هي بت خاڪ مڪان بندي دا.

۱. پٽ پٽيهر پٽ دي ڏاڳي -
گل وچ چندن هار.



Scanned by CamScanner

٢. سڄڻ ڏولڙي ڏي نو نو والي۔
جاما جلويدار۔

٣. آپ ٿاهيندا آپ ڍاهيندا۔
آپي آپ ڪنيار۔

٤. بلا شاه فقير نماڻا۔
روئندي زارون زار۔

## بهاول

(٤٧)

دم دم دي وچ، طلب تساڏي۔
نيڻ ڪٽي ته نهار، وو ماهي يارا۔

١. لائق تڏڪون ناهي جدائي۔
مٺن تان تو لئه عمر گنوائي،
درسن ڏي هڪوار، وو ماهي يارا۔

٢. چوڙ رسامان، رلمل راڻا۔
هاڻي وساء تون دل وچ ياڻا،
کو دم گڏ ته گذار، وو ماهي يارا۔



Scanned by CamScanner

۳. مٺن ٿان ڪوڙي لائق نہ آهيان-
درسن ڪيتي، ماندي آهيان،
محبت جام پيار، وو ماهي يارا.

۴. بهاول عاشق مست هزارين -
در محبوبان وتن ويڳاڻي،
روئندي زارون زار، وو ماهي يارا.

بيدل

(۴۸)

چلو ري سئيان چرچا ويکين- آپ چمن ہ آيا جي،

۱. آيا شاه حسن دل جاني - باغ صفاتي وچ سيلاني
رانجهن پيار ڪو لايا جي.

۲. الف دي صورت، سِرسونهارا- اثباتي نون ڪر اظهارا!
وهم وجود وڃايا جي

۳. هر ڪلي دي وچ خوشبوء هڪائي - وحدت دي
وچ پوڙ پيائي
چوڙ پيا، فڪر اجايا جي



Scanned by CamScanner

۴. نرگس نيڻن، بسنتو نيڻي جاما - گل بنفشي رخ گل فرمي

بي رنگ رنگ لايا جي

۵. بيدل سن سن سر وجهه الله - هر جا گل گلذاري واه واه

هادي حق فرمايا جي.

(۴۹)

رنگا رنگ ظهورا تيڏا - واه بي رنگ نيارا تون

۱. گهر چوچڪ دي، چاڪ سڏاوين -
صاحب تخت هزارا تون.

۲. لي مع الله، وقت والا -
ڏيون آپ اشارا تون.

۳. ويس وجودي پهر ڪريندا -
اپنا آپ نظارا تون

۴. بيدل نون سمجهاوين سهڻا -
سر وحدت دا سارا تون

(٥٠)

سر اِسرار حقيقي آهيان - صورت ڪو انسان

١. ذات صِفات کون آهيان نيارو - نکو نان نه نِشان

٢. فَرش لاتي ٿو عَبدُ سڏايان - عَرش اُتي رحمان

٣. جسم دي رولي ڏتم ڏُکولي - آهيان جان جهان

٤. بيدل سِرّ سيوئي منهنجو - لا مکاني مکان.

(٥١)

سِڪُ رمز وجود وڃاوڻ دِي،

نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دِي.

١. اکران دي وچ جو ڪوئي اڙيا،

عشق دي چاڙهي مول نه چڙهيا،

اثباتي دا علم جو پڙهيا -

موج اُنهين سِر سانوڻ دِي.

٢. نال دليل نه ليسي دلبر -

عقل نه ٿيسين اوڏاهين رهبر،

پڙجهي مامرڪو صوفي ٻي سر –
شاهي طبل وڄاوڻ دي۔

۳۔ بارش برهه دي جنهن سر آئي –
سوز عشق م جلي سدائين،
بي دردان نون ڪل نه ڪائي –
دره دي دوده دڪاوڻ دي۔

۴۔ بحر عميق م جوئي پوسي –
دين ڪفر دا ورقا ڌوسي،
ساري سڌ اُنانون هوسي –
ذات صفات سماوڻ دي۔

۵۔ بيدل ڳالھ وحدت دي من تون –
وهم طلسم دئي دا ڀن تون،
وچ عروج نزول دي ڪهن تون –
لذت آوڻ جاوڻ دي۔

## بيڪس

### (٥٢)

اباڻن جي اُڪير راتيان ڏينهان ٿي روئاري

١. آءِ هت ماندي ماروئڙن لاءِ هُت ڪليو پين ڪير

ساهه سنگهارن کي سنياري

٢. قسمت واري ڪوٽ مان ڪيئن ڪڍ تون عمر ڄام امير

ڳاراڻو تو ڳاري

٣. اباڻن جي آسري لوئي ٽيڙم ليڙ

پٽ پنوهر جي پاري

٤. بيڪس وس ناهي ويڙيڇن تو رون هٿي تقدير

ڪير لکئي کي ٽاري.

### (٥٣)

ساجن سڌر ڪرڻ لئه آيو - نانءُ رکي انسان ميان

١. ڪاٿي ڪافر ڪمر يهودي - ڪاٿي هندو مسلمان

٢. ڪاٿي پڙهيئو پوٿيون رامائڻ- ڪاٿي پڙهيئو قران



Scanned by CamScanner

٣. ڪاٿي مذهب جو مونجهارو - ڪاٿي بي ايمان
٤. ڪاٿي بيڪس طالب ٿئي ٿو - ڪاٿي بدل پير مغان.

بيوس
(٥٤)

سڀ ڪنهن تنهنجي ساراهه قدرت وارا
نرمل جوتي نور نظارا.

١. ڪوٺان ڪوٽ بڻائي ڏرتيون -
سهڻين سج چنڊ تارا ڪئيون،
جن جو انت نه پارا - قدرت وارا.

٢. گلن اندر سرهاڻ ڏرين ٿو -
موتين سان مهران ڀرين ٿو،
هيرا لعل هزارا - قدرت وارا.

٣. چنڊ ۾ وڻن تي واءُ اچي ٿو -
پن پن مان پڙلاءُ اچي ٿو،
چنن ن جا چمڪارا - قدرت وارا.

٤. عجب بڻايا ٻجليون ٻادل-
ٻوندون برس برس ڪن ڇاڇل،
واچت ڪن وسڪارا- قدرت وارا.
٥. ملڪ مڙيوئي مندر آهي-
آڳو سڀ جي اندر آهي،
ڏيهن منجهه ڏٺارا- قدرت وارا.
٦. ساهه اندر جو ساهه ڪچي ٿو-
ٻيو ، سائين ناد وڄي ٿو،
نوبت نينهن نقارا- قدرت وارا.

ٽيهٺون
(٥٥)

آءُ پيرا پري مون در مٿا- ڪڍيو قدم ڏانهون ڪريان
١. سورن جو سؤدو سکي-
تي راتيو ڏينهان ڏاڙي ڏکي،
تنهنجي درسن جي مان آهيان ڍکي-
پنڌ رو ڪري آيس پريان.
٢. تيرت سڀ ڳولي ٿڪيس-
پنڌ رو ڪري ڪين مان پنيس،

آڇي تنهن جي اڇي پيس،
پائي تِ مان پاٽي پرِيان.

٣. تون هين جوڳي تون هين جتي-
هر جاءِ وَسين آتم ستي،
منهنجي پرائن جو تون هين پتي-
پيو وَر وچي کهڙو ڪريان.

٤. هِيءَ جا مٺي ڪاتن ڪتي-
ڪهي تيندون جهليم ڪهتي،
تاڪي اندر جي تون هين پتين-
تنهن جي چرنن ۾ چترو ڏريان.

## پيرل
(٥٦)

يار بيراڳي ڪري وئين، دوست بيراڳي ڪري
محبت ڏيئي منڙو کسي، وئين يار بيراڳي ڪري.

١. ڪاوڙ غصو ڪٽي ڇوڙ تون-
منهن نه اسان کان موڙ تون،
صدقي وڃان تنهن جي توڙ تان-
نڪا قدم ڪاٽان سگهين.

٢. اچي بيٺس منهن سامهون،
اکڙيون اڙائي پرين جون،
ڇاکون وتين روح کان رٺو،
قياس مٺي جو ڪونه پٺيم.
٣. جيڏيون ڪريو دل سان دعا،
يار پنهنجي کي ملان،
ڪٿ ڪريان ڪاڏي وڃان،
منهن جي ڪٿ دلڙي نا رهي
٤. پيرل چوي آهيان ڦٽي،
رک درد منهنجي تي پٽي،
ڦٽڙا ته ويندا سڀ ڇٽي،
جڏهين شام تون ساڏي اچين.
**جان شاهه**

**(٥٧)**

اسين هت آياسين مرد مسافر ري،
پنڌ ته ڏوراڻ جا پڇايون
١. ڏونگر ڏو رين جهل ووڙيم،
رند ته ڪورن جا نهاريون



Scanned by CamScanner

٢. نينهن تساندي آهي نهو ڙيو –
ڏُوڏ ڏرڏن جا ڏڪايون

٣. سمهڻ وهڻ وڃي وه ٽيو سين –
هنڌ تر سو رن جا وڇايون

٤. جان شاه عاشق وي سر ڏنو سين –
ڪنڌ تر ڪلهن ڪان ڪپايون.

جمع

(٥٨)

اڄ مان ڪنهن سان سليان سُور،
دل چاڪن ڪٿي چُور،
حال مهنجي جا محرم منڀا،
ڏينهن لاٿر ڏُور.

١. اڏر پکي وڃي پار پرين ڏي –
ٿان ڏٺيءَ هڪواري،
آٿي ڏي عجيبن کون –
هن ڏاري کي دلداري،
من ماندو محب ملڻ لاءِ –
شاه سنڌن ه سور.

٢. هڪ جا مونسان ڪئي- سڄڻ بي پرواهي،

هرڪو پنهنجو غرض وارو- ڪونهي حال پائي،

ويٺي پنهنجا پاڻسان اوريان- درد ڏکڻي دستور.

٣. محب هٿي وئين مون ۾ ميخون-

جيءَ اندر جڙيون،

سوين طبيب حڪيم جي مڙيا-

ليڪن پيارن پڙيون،

سڪ تہ جمع ڪي يار ملڻ جي-

ورهين ڪان ڏهلور.

جيوت

(٥٩)

بهاري هيءَ سدا دل ۾- اصل بي نام ذاتي هون

پڇاڻو آپ ڪون آپي- احد سبحان آپي هون.

١. نہ مئن هندو نہ مئن مسلم-

نہ مئن قاضي قضاڪا هون،

نہ مئن من هون نہ مئن دل هون-
نہ مئن دانش عقولي هون.

۲. نہ مئن جوگي بيراگي هون-
نہ مئن پوڪي بيڪاري هون،
بٹائي عشق ڪي بازر-
بهرنگہ روپ سمايا هون.

۳. نہ مئن ذڪري نہ فڪري هون-
نہ مئن گويا لِساني هون،
نہ مئن ظاهر نہ مخفي هون-
سري سرتاج شاهي هون.

۴. نہ مئن معشوق نہ عاشق هون-
بہ عشق خود آنا الحق هون،
آپي سب رنگہ لاتا هون-
آپس ڪون آپ پاتا هون.

۵. نہ مئن جيوت نہ مرتا هون-
نيارا دُور رهتا هون،



Scanned by CamScanner

ٻهر جائي مڪاني هون-

ٻهر سوئي منور هون.

(٦٠)

تجهه بن ڪوئي دوجا ناهين- ستگور ائين سکايا هي

١. جت ڪت تونهين تيري صورت-

تيرا روپ سمايا هي

سانگ تونهين سانگي ڀي تونهين-

تونهين کيل رچايا هي.

٢. نام تونهين نامي ڀي تونهين-

دل وچ ڀيد نہ پايا هي،

نام بنان بي نام ڀي تونهين-

آپ ۾ آپ ڇپايا هيء.

٣. جام تونهين ساقي ڀي تونهين-

آپ شراب پلايا هي،

شام تونهين گوپي ڀي توهين-

ايهه کيل تيريڪون پايا هيء.



Scanned by CamScanner

٤. گور تو نهين بيد بہ تو نهين –

جيوت جوت جڳايا هي،

تيري قدرت تو نهين جاڻين –

دوسر انت نہ پايا هي،

(٦١)

نيڻهن نغارو تو وڄي، سيني اندر سبحان جو

ويس ۾ وحدت سندو، واڄو وڄي ٿو نور جو.

١. سمجھ ساڄن سِر اهوئي، هو سندي هيڪار جو

ظاهر باطن هو نظارو، پس حضوري حال جو.

٢. نام نالو ذات تنهنجو، پولي پنهنجي چاڻ جو

چاڻ ڪان بي چاڻ ٿي، ڏس تجلو نور جو.

٣. هي وجودي ويس رنگي، نقش وجه الله جو

آهي ظاهر جو ڏسڻ ۾، عڪس احد الله جو.

٤. جيوت انا الحق تو هين، سمجھ سِر اسرار جو

عڪس صورت غير ناهي، پرتو آ نوران جو.

## حسن بخش

(٦٢)

جِن کي لڳي تو، قدر اُنهن کي –

اهڙو نيڻن جو ناتو آهه،

١. نازڪ روني ازڪر ڪر– سڄڻ پاڻ سُڃاتو آهه

٢. غنچون غيب غيوب جو ويڙرا –

چاڻ اُنهن وجي چاتو آهه

٣. سمن بقمن غميون جي ٽيڙا –

عشق پور، بره پاتو آهه

٤. هوش حسن بخش اُنهن جو ويڙرو–

جن پيچ پرين سان پاتو آهه.

(٦٣)

گهري منجهه عشق جي دريا–

هاڻ هن پار مشڪل هي.

١. لاڳاپا لوڪ جا لاهي – چئي سڀ يار يارانا

ننگڻون نڪري ٽيڻ نانگو– نسنگرنروار مشڪل هي



Scanned by CamScanner

٢. ناهي ڪو پاڻ، نا سيٺي - نڪا ڪشتي ملاحن جي
بنا، توڪل سندي تر هي - ترڻ سو تار مشڪل هيءَ

٣. ڌسي سي چوڌ چولين جا - پوڙ ڪاهي انهي ڪن ۾
بحر منجهه موج مستيءَ جي - ستڙ سر يار مشڪل
هيءَ

٤. حسن بخش هوش جون ڳالهيون - ڦٽا ڪر قند
فڪرن جا
صفا سودي، بنا سر جي - ڌسڻ اسرار مشڪل هيءَ

خير محمد

(٦٤)

مو تو قبل ل مري جياسين - فنا جا سڀ فڪر لٿاسين

١. نسنگر و ر تو سين نانءُ هڪي جو -
پيا نالا سڀ نفي ڪياسين

٢. اچي رهيو اثبات اڪين ۾ -
لا واري حد لنگهي پياسين

٣. خير محمد خيال هڪو ئي -
رمز انهيءَ ۾ اچي رهياسين.



Scanned by CamScanner

## دريا خان

(٦٥)

آڪل ڪلا ڪيل ڪيل ڪيلا را_

کنڊ برهمنڊ مليا، سو نيارا.

١. جوڳي نہ جوڳ، پون نهين پاٺي _

بن چيپيا ڪي اُلٽي واٽي

چندر نہ سور، گگن نهين تارا

٢ تيرٿ ورت گنگا نهين ڪاشي_

ناهين پاٺر پوچا واسي

ٺاري نہ پُرکہ نهين آوتارا

٣. هندو نہ تُرڪ نهين اوڌوتا _

نا وہ مات پتا نهين پوتا

آپ سون آپ پيا نہ آڌارا

٤. روپ نہ ورن لکيو نهين جاوي_

جيون ڪوُپ ڪي ڇايا، ڪوپ سماوي

حد، بي حد، پيا هيءِ پسارا



Scanned by CamScanner

۵. درياخان پهه پڌ جو نر هو جهي –
چوراسي تان ڪو، نهين سوجهي
آواڳون، جيت، نهين هارا.

(٦٦)

بيچون منجهان آواز اچي ٿو –
ڪري عاشق پاڇهون ڪير سهي.

۱. انهيءَ منجهاران اچڻ وڃڻ جو –
ڪي سالڪ ڪندا سٺر سهي

۲. ڊيڊ، انهيءَ دورياه جي ڪيٺڙا –
لکر انهيءَ ۾ ويا لڙهي

۳. انهيءَ منجهان ڌابرد جي ٿيڻڙا –
سوين انهيءَ ۾ ويا پيهي

۴. درياه خان چوي سائين اُتي وڃي بيٺا –
تان تي وينداڪير ڪهي.



Scanned by CamScanner

(٦٧)

ساسون ساسُ صاحب تيري سنگر هئِ،
پول پتِڪ مت بندا ري۔

١. اپني آپ ڪو جانا ناهين –
ڏرِ ڏر دوِري پتڪي جاوين،
پتڪ پري آنڌ ڪوپ ڪي مانهين–
سو من آنڌن آنڌا ري۔

٢. غافل غوطا دم دم کاوين –
آپ ڀُليا اوران ڀلاوين،
آتم چوِرَ، پٿر نوِن ڏِياوين –
اُسڪا وارو ڪنڌا، ري۔

٣. تيرٿ ورت ڪڇو نهين ڪيڻا–
هر ڪي پوڄن بن، هات نه ٿيڻا،
ست گورو سين سنبنڌ نهين لايا–
سو رام پوڄن بن گندا ري۔



Scanned by CamScanner

٤. شبد نقارا رڻ جهڻ باجي-
گگن منڊل ۾ انحد گاجي،
ٻين ٻين سندر سنو آوازي،
باڊل ايهين برسندا ري.

٥. درياخان رام نام ڌن لاڳي-
ڪپڊيا ڌرمت پرمتا ڀاڳي،
غلام علي گر صاحب ساڪي-
ڪاٽ ڏيتا جم ڦندا ري.

(٦٨)

هي راز هن حسن جو- اسرار آهي اکين ۾
سبحان صورت ساري- مولا آهي مڙن ۾.

١. اهڙو جو عشق آهي- سامان سڀ لٽائي
پنهنجو پاڻ وڃائي- دلبر جي درشن ۾.

٢. پائي ڏرئون جهاتي- صورت سيو سڃاتي
ذاتي ڇا صفاتي- چانڊاڻ آهي چمن ۾.



Scanned by CamScanner

٣. ڦري لڪ پوشاڪن - واسطي ملڻ مشتاقن
لڪ لاهوتي ٿا ليٽن - سردار جي سمن ﷲ.
٤. دريا خان هي سڀ حق آهه - سالڪن کي سبق آهه
محبت تني مرڪ آهي - معرفت جني جي من ﷲ.

دڪايل
(٦٩)

منهنجي ٻيڙي تار! پاتڻي
ٻيڙي آهي ستڙ ڪنار - پاتڻي....
١ ٻيڙيءَ جا سڀ سنهج پرا ٽا
ويتر ويڙ ڪيا لڳ ساٽا
ويجهو ساحل وارا! پاتڻي....
٢. ونجهه هلائي آءُ نه ڇاٽان!
واءُ سٽائو ڪين سڃاٽان
ڪنهن ٿو ري ڪر پار! پاتڻي....
٣. عرض دڪايل ڇاڻ آکهاٽا
آيا اڄهي منهنجا مير مهاٽا
حاصل همت نه هار! پاتڻي....



Scanned by CamScanner

## ڏرمداس
(٧٠)

ڏسو عاشقن جا انصاف، ڏين سر گھوري گھوري

١. اندر باھ بره جي ڀڙڪي - ٻاھر نه نڪري ٻاڦ
چپائون نه چپ چوري چوري

٢. عشق جي منزل اوکي اڙانگي - اچ هٿن تا لاف
اجان پنڌ اوري اوري

٣. ڏرمداس چوي مر مرڪن اھيئي - سينا جن جا صاف
ڏناءِ ڪنڌ ڪوري ڪوري.

## ڏيواسنگ
(٧١)

آج آنند مها منگل موري - سنت سماگم پايو ري
ڪوئي ري پُورب ڪي ڀاڳني پرگھٽي -
هر ڪرپا بن آيو ري.

١. مها گياني جي جيوَن مڪتا -
پرگھٽ پري برھم روپ ري،

ٽانڪي سنگ آڇني پد پايا-
اب نہ پرون پيو ڪوپ ري.
٢. هرجن ٽان درس روپ هري ڪو-
انتر ڀيچ نہ ڪوئي ري،
پيڇي واري جيوَن، هري هري جن هي-
ويکرط ڪي تن دوئي ري.
٣. سنتن ڪو مهاتم ڪيا ورنون-
مهما اَپرم اَپار ري،
ڏنُ ڏن ڏيواسنگ هري جن ڪو-
ڪهون نہ آوي هار ري.

**رامداس**
**(٧٢)**

ٽُڪُر ٽاري، ٿولان ڏي سيج وڇاوان
مٿن تو، وار وار ٻل جاوان.
١. تن ڪا تکيا، سُرت ڪا غاليچا-
پريم ڪا پلنگ وڇاوان.

٢. ڳڳن ڳفا ۾ انحد ڪرجي-

نِڪمَ آڳمَ ڪا، باغ ٻڌاوان.

٣. رام داس ڪي، يهي وينتي-

ٿاري چرنون ۾ سيس نوايان.

## روحل

(٧٣)

آپنا روپ پڇان، سمجھ من درسن ديهي.

١. جئسي شنکھ، آجا، سنڪـِ ڏولي-

آپ نه چيني، ڀرمي ڀولي

جانت هوءِ اجان

٢. ڪسعوري، وسي مِرگھ ڪي مانهين-

ٻن ٽن ڍونڍي، سونگھي تانهين

هوءِ رهيا حيران

٣. جن تمڪو نشچي ڪر جانيا-

رمتا رام سڪل گھٽ مانيا

سو ساڌو پروان



Scanned by CamScanner

٤. تين لوڪ ۾ تمرا واسا۔
ڪاهي قــرت هوء اُداسا
جان سڪي، ڪو، جان

٥. جب ميري پريت صاحب سنگر لاڳي،
روحل پيت پرم ڪي پاڳي
آتم ۾ غلطان.

(٧٤)

آج موري سنت پڌاريا ۔ سنت پڌاريا هري جن پيارا
ٻل ٻل جائون ٻلهارا

١. آج ميري اڱڻان ۾ پئي واڌائي ۔
وَرتيا منگل چارا

٢. پاءِ پکيت ڪي ڪرئون رسوئي۔
آنند ڪرئون آهارا.

٣. سيل سنتوکہ ڪي سيج وڇائون۔
پائون موکہ دوارا.

٤. ڪهتا روحل سنت پلي پڌاريا۔
پائون درسن ديدارا.

(٧۵)

## ڪاهي ڦرو بنواس

١. شبد ڪي ڪر سمرنا، وچن ڪي ڪر پالنا

جپُ ساسون ساس.

٢. ڪي ڦرن مڪي ڪي ماهين،

ڪن ڪون گنگا ڪي پياس،

شنڪر بوڪا هي ڦري،

ڦر مُول نه ڪاوي گاس.

٣. تيرا صاحب تجه ئي ماهين،

تسر تجو اور آس

سِر ڏني، صاحب ملي،

اچرج ناهين هاس.

٤. گُر نه روح هر ڪون مليا،

ڪاٽي جم ڪي ڦاس،

دن رئن مجه ڪون بيهي هي،

تيري چرنون ڪي پياس.



Scanned by CamScanner

## روشن

(٧٦)

ڪانگل ڏي تون خبر ايها ـ
تيندو دلبر جو ديدار ڪڏهن .

۱. ماري ٿو ڄلُ جدائيءَ جو ـ
آهيان واهي وصل جي وائيءَ جو .
وهن نيڻن جا نار سدا ـ
تيندو وصل سندو وهنوار ڪڏهن .

۲. ڪانگل ڇڄُ تون قريمن کي ـ
عاجز جي ٻه عجيمن کي ،
صورت جا سردار مٺا ـ
ڪندين اچڻ سندو اقرار ڪڏهن .

۳. ڪاهل وڏي تهنجي قرب ڪري ـ
تهنجي پاڻ پسو پرين پير پري ،
ڏسندي جنهنکي ڏيهن ٿيا ـ
ڪروانڊ ٻه انکان وار ڪڏهن .

۴. روشن ڪي مل صحب اهي -
ڪامل ٿس نا مشهنجي ڪنجي،
اچرڄ جو ڪر اقرار عطا -
پوء دم نه ڪريو هڪ ڏار ڪڏهن.

## سورداس

(۷۷)

بنگلا عجب بنيا درويش - جس ۾ نارائڻ بولي

۱. اس بنگلي ڪي دس دروازي -
بيچ پوَن ڪا ٿنيا ري،
آوت جاوت لکي نه ڪوئي -
ديکا بڙا اچنڀا ري.

۲. پانچ تتون ڪا بنگلا بنايا -
تين گڻون ڪا گارا ري،
جس ڪاريگر بنگلا بنايا -
سو ڪاريگر نيارا ري.



Scanned by CamScanner

٣. اس بنگلي ۾ ڪون رهينگا —

برهما وشن مهيشا ري،

اس بنگلي دا پار نہ پايا —

ڍونڍي ٿڪي درويشا ري.

٤. سورداس پرڀ بنگلا بنايا —

قدرت تان بلهاري ري،

ڪِرِ ڪرپا موه درسن ديجي —

ميءُ هون شرن تُمهاري ري.

(٧٨)

مُرلي تو ن ڪون ڪُمان پري

١. سر نہ موهيا، رشي جن موهيا،

موري من ۾ پري.

٢. ذات پات تيري هرڪو جاني،

تون بن ڪي اڪڙي.

٣. ناتون سوني، نا تون روپي،
نا جواهر ڪي سات جڙي.

٤. سورداس تيري تب لڳي سوپيان،
جب موهن ني مُکڙ ڏري.

شاه حسين
(٧٩)

پڙون ڳُتا تو بازي هاري

١. ڪڏهان ني چڪ - ڪڏهان ني داڻيون
سمجهه وي کيل کيلاڙي

٢. جڏهان پڙون پٽيسين - تڏهن پنج ويسين
نر ترڳهر چوراسي ساري

٣. جڳ جنهين جا ڏونهين برابر
جا ڦٽي سا ماري

٤. شاه حسين فقير الله دا
درسن ڏي هڪواري.

(٨٠)

ڪارڙي ٿون دست نه لائو، يار طبيبان
ساڏون ڏک رانجهن والي

١. مل طبيبان، دارون ڏتڙا
دارون لڳندا ناهين.

٢. سيڻن ڪيان فرق نه ڪندا
چوڙيو ويچ وڃائين.

٣. شاه حسين فقير الله دا
هر دم هر دم سائين.

## شير علي

(٨١)

دل عشق جي اشاري، پيوس وڏي پهر.
ڏنگي هن درياه جي، تي لوڏ جي لهر.

١. ڪڏي سمجهي ڪار ڪا- پيو وانڌي ٿڪو پيت
در مڪاني ملاح جي- لنگهي پار پيٺي پهر.

٢. مجنون مجاز عشق مان - پيتو ڪيفي ڪٽورو
هوندو شال خوشيءَ ۾ - من ذوق جي زهر ۾.
٣. موڙي ڏسي مهران جي - موٽيو وڃن ملاح
اُت عاشقن آراه ۾ - نيو پون نهر ۾.
٤. دور ڏسيو دريام جا - ڏهائيو وڃن دلير
اُت شير علي شاهه سهونڊ ۾ - سڀ سانگ ڪئي سفر ۾.

## شيرل

(٨٣)

ادا ري عمر منهنجا پانو -
ڳالهيون ڳڻ گوٺ ڳائيندس.
١. هتون ويندس وڃي ڏيندس -
سُڪا ساڙي مٽان پيرن کي،
پيري مان پاند پيرن جا -
وانهن تي وڌائيندس.

٢. اسين مارو ۽ لڙ ڇاريون ـ
باهيون ٻاري ولڙ واريون
ڇيلا ڇيليون ادا عمر تنهنجا ـ
آءٌ ننڍڙا ڪري نپائيندس .
٣. جيئڙو ڏونديس عمر تو ڙت ـ
متو مان مڙ نا ڏوئيندس ،
جي تون ڇڏيندين وڃي ڏاين ڪي ـ
ويتر واري وسائيندس .
٤. ڇوي شيرل عدل تيندو ـ
ظلم زورو ڪرڻ ايندو ،
اهي انصاف عمر تنهنجا ـ
وڃي ويڙهيچن کي سڻائيندس .
صادق
(٨٣)
پوڙهيت تي پاڻي پيڙان ـ ،
جي مان پوڙهيت ڪن .
١. سر ۾ ڪرپان سيڌي ـ ڍيون ڏيئي ڍن

٢. سام ۾ ڪريان صدقو - مٺان سهڻين
٣. توري پڙان نه انجي - جيءُ جيارو جن
٤. اهڙا حال هلن جي - صادق سي سڌ جن.

(٨٤)

ڪنديس مان قربان - مٺان پرين جند ڙو.

١. توري ڪوٺي نه سهڻين - جي مان ڏئي نه مانُ
٢. گولي آهيان انجي - کهڙو ڪريان شانُ
٣. سپيٺي ساز سو ڪري - ڏال نه ڪٺان ڏان
٤. صادق ڏسن سهڻن - منهن ورائي مان.

## صورت بهار

(٨٥)

جس دل ڪو خدا ياد هي آباد هميشه
آباد هميشه دل شاد هميشه.

١. جس دل خدا کي ذڪر ميں - تن من ڌن ديا
اس دل ڪو الاهي ملي - امداد هميشه.
٢. جس دل ڪو غم الله کي - ملني ڪا دمبدم
اُس دل کي غم الم - سبهي برباد هميشه.



Scanned by CamScanner

٣. اُسي دل نه درد رسي – ڪڏهن بيمار نه هوي
جس دل کو دم بدم هي – خدا ياد هميشه ۔

٤. جا دل قرض اُتاڪي – مرضن کو ڪلاوي
وه دل قرض مرض سين – آزاد هميشه ۔

٥. جس دل ني اپني ڪام – سب هر نام پر رکي
اُسڪو تو سر انجام هي – هر داد هميشه ۔

٦. صورت بهاري اول سين – چاهو سو لي گيان
اعتماد جسڪا پورا هي – اعتقاد هميشه ۔

(٨٦)

عالي ميرو ڪرشن ڪنيئو ڪهان –
جا جا بلا وو جهان هي تهان ۔

١. نعد نعدان بن نيند نه آوي –
بن ديکي نه رهان

٢. ڪلي ڪلي ڪر ڪل ڪي ڍونڍت هون –
برج بن ڍونڍ لهان ۔



Scanned by CamScanner

۴. آس هئي آهي ديرا، من گهريا مطلب ملن
تا ورن واڌايون گهر گهر، ٿئي خوشي هرجا اپار.

عثمان

(۸۸)

سدا شال ايندين، مٺهن منهنجيندين سڄ
ننگر سڄائي، ننگي ننگپال

۱. من ويچاري ويهر وساري —
مهر پوئي وچ منهنجو ڏيکاري
ساعت جدائي جي پانيان ٿي سال.

۲. وار ڏيڏو آءُ تنهنجي ناهيان —
اڳيون اوهان جي آءُ ڇا آڌيان
منهنجي اوهان سان ناهي مجال.

۳. اڄ عثمان ڪي ڀرين ڪر پنهنجو
ڪين وٺي ٿو ڀولڙ ڪنهنجو
سدا آهن مڏا تنهنجا خوب خيال.

غلام

(٨٩)

اڄ خوشي تي اپار - منهنجي گهر رانجهن آيا

١. رڳ رڳ دي وچ رانجهن ويٺا - لنو لنو تي پيئي ڏار

٢. ڀول ڀرم کي وڃڻ گئي اب - کلي جوت جهڳ مڳ جهلڪار

٣. گيان پرڪاشي چند چوڏس ڪڍيا - چيتن ٿيو چمڪار

٤. آتما ڏليپ جو نرپيکي - غلام وڃي ٻلهار.

(٩٠)

جوڳي پيارا ڏار اسانجا مرلي بين بجائي
چت چورائي ويا

١. ناد تفليون سکر وڄائي - اندر جوش جڳائي ويا

٢. هنيون حيون هت ڪري - جادو جهڙو لائي ويا

٣. اندر لوچ وسي، ڪُو ڪُو رو ڪامي - اڳن برهه ٻڄائي ويا

٤. ڏکيري ماري دل تي ساري - اکين آب وهائي ويا

٥. رت روئي اکيان ٻيءَ پڪارين- ڪلهن لڙڪ وهائي ويا
٦. مان ماندو منهنجو آهي ڏاڍو- آرام اندر جو ڦٽائي ويا
٧. ڪنهنکي ڏيان دانهن درد جي- جيرو جان جلائي ويا
٨. آتم ڏن جون ڳالهيون ٻڌائي- ٻره ٻنجي کپائي ويا
٩. غلام ويچارو بي وس آهي- تنهنجو هينڙو هٺي

ڏکائي ويا.

## فضل

## (٩١)

موں ڏي تہ ماروئڙن جا- آهن حرف هزارين
قابو پيٺي آهيان ڪوٽن ۾- ويٺم وساري
١. پلئہ پنهوارن جي- مان لڙه لڳي لاري
قيدن ڪيس ڪانهلي- پيو تہ ماريس مونجهاري
٢. ڏکيا سکيا ڏينهڙا مان تہ وينديس گذاري
سڏائينديس سانگيهہ کي- سور تہ سنڀاري
٣. مٺي جو مڙه ملير ۾- شل واءِ گهٽي واري
ڪڍنديم ڪانڌ واريون- ڀيون سرتيون سينگاري

٤. ساريو سانگيئڙن کي- هنجون پيئي هاري
ڏوڙائي منجهه وصل چوي - ماريس مارن جي
ماري.

## فقير
### (٩٢)

توبن رام پيارا- ڏکيا ڏاڍا ڏينهن لنگهن ٿا

١. جهٽڪن جهيٽي جهڙيلا- سور ڏيئن تڻن سيلا
آگر عشق انڌيرا- رمِ جهم جهيٽا برهه وسن ٿا

٢. چاڙهي جيڏيون جي مون چاتو- ٽال نه لاير ناتو
جانب جيء جا جيارا- ڇپر ڇڏيو مون کي وڌر
وڃن ٿا

٣. گهوريا سُک سرتين جا- قاف ٻڌا ڪيچن جا
کهه سبي عيش ڏهاڙا- دلبر ٻاجهون دمِ ڏار لنگهن ٿا

٤. دليون درد ونڌن جوان- ناز موهيون نيڻن جون
قرن فقير ويچارا- صورت تنهنجيءَ لئي سوين
سڪن ٿا.

(٩٣)

مٺان ٽئين ماندي - ويجها وڻ ونڊر جا

١. ڪام ته پڇين ڪيچ ڏي - هو پڇين پانڌي

٢. مٽي مٺيت مٺي جي - ڪيچي تيندا ڪانڌي

٣. سکهو تيندي سسئي - وره کون واندي

٤. ڦوڙائي ۾ فقير چوي - ڪندا هيڪر هيڪاندي

قادري

(٩٤)

غم ته دنيا ۾ گهڻا - مگر عشق جو غم ٻيءَ طرح

١. زخم دل کي دلبرا - ڪين چئن تا ريءَ طبيب

هن جون لهريون هن جا پرڪا - هن جو مرهم ٻيءَ طرح

٢. حسن وارا ڪيترا - مت ته پانيان يار جي

هن جون رمزون هن جون غمزون -

ناز دم دم ٻيءَ طرح

۳. عشق وارن جي برابر - ناهي ماتم عالم جو
منهجون آهون منهجون دانهون - منهجو ساه ڪٽڻ ٻيءَ طرح
۴. ڪير دل قابو ڪري - دلبر بنا هن دام ۾
منهجو جادو منهجون آفسون - منهجو زلف خم خم ٻيءَ طرح
۵. عشق اختياري نه جاڻي - ڪفر ۽ اسلام ڪي
منهجو مذهب منهجي ملت - قادري ڪر ٻيءَ طرح.

قطب
(۹۵)

اپنا آپ پڇاڻ - تان شهه ويڙهي اندر پاوين
۱. هنڊ وڃاوين تان شهه پاوين -
خودي نون چا گنواه
تان شهه تيڏي نظري آوين



Scanned by CamScanner

٢. دوئي نون دور ڪرين ڇا دل مون-
پيائي نون ڇا يار
تان شهه تنن گهر پڌري آوين
٣. جي ڀاوين تان شهه ڀاوين-
جيئي ٿئي مرجا
تان شهه تيڏي مدري آوين
٤. قطب ڪوڙ ڪيڏي ڇا قلب مون-
ڪميا نال گدار
تان شهه اگرڙ اکشر پاوين.

(٩٦)

سخي سڀاجهل ٻاجهه ڪريو ڪا
فضل ڪريو اوهين هاٺي.
١. در تنهنجي تي ڪئين سوالي-
در تنهنجي تان ڪونه موٽيو خالي،
هي به ايڪ نماڻي.

٢. درد منهنجي جو دارون تون نهين –
هٿي در جي مٽن ناهيان سونهين،
حال سيوئي تو جاڻين.

٣. چرخي فلڪ جي گهڻو ستايو –
ڏکڙ ڪنڊ جو ڪريو اوهين سعيو،
مرشد اچي ٿي ساٿي.

٤. ڪرم قطب تي ڪر تون خالق
تو بنا بيو ناهي مالڪ،
ڏکڙا ڪٽين اڄي هاٿيمي.

(٩٧)

سِهرٽيون سورين – آڏي رات اُداسي

١. ناد نفليون سنڪ سرت جا – ساڻ آلڪ اورين
٢. تن جي تسبيح، دل جو ڏاڳو – من جو مڻيو ڦيرين
٣. آٺي اره وتي، تند طلب جي – لوڪ سعي چورين
٤. قطب ڪامي، سخن سڪور سان – هينڙي کي هيرين.



١٠١٧

## قليچ
## (٩٨)

دنيا ۾ دل جو مطلب – پورو ٿيو ته ڇا ٿيو؟
آخر مليو نه جي رب – ٻيو سڀ مليو ته ڇا ٿيو؟

١. مرهٽ مجيٺي شاهي – لک لشڪر ۽ سپاهي
ٿيندين عدم ڏانهن راهي – جڳ فتح ڪيو ته ڇا ٿيو؟

٢. ٿئين علم ۾ جي عالم – ڪر پڙ عمل کي شامل
عالم جي ٿيو نه عامل – دفتر لکيو ته ڇا ٿيو ؟

٣. هت فڪر جو فساد – هت زر جو ٿي زمانو
هت ڪر تون هڙ خزانو – هي مال ويو ته ڇا ٿيو؟

٤. دنيا جا سک ڦٽا ڪر – وٺ آخرت کي آخر
سودي ۾ سود خاطر – نقصان پيو ته ڇا ٿيو؟

٥. سڙ ره ڏک ڏيکاري – ويري سڀ وساري
پنهنجو نه نفس ماري – دشمن ڏسيو ته ڇا ٿيو؟

٦. آهي قليچ ارمان ڪيو – شرڪ توکي شيطان ڪيو
من نه مسلمان ٿيو – ڪلمو پڙهيو ته ڇا ٿيو؟



Scanned by CamScanner

## ڪلياڻ

(٩٩)

آدمي بڻ آيا - ڪرشن آدمي بڻ آيا

١. سانوري صورت موهني مورت -
مُکر سين مرلي بڄايا،

مرلي کي ڌُن سُن من موهي -
وسر گئي سُڌ ڪايا.

٢. موهِ مُڪٽ پيتامبر پهري -
ڪانن ۾ ڪُنڊل پايا،

ديکهه ڇبي موهن کي اَتسي -
روِس ڪوٽ لجايا.

٣. ونجنتي مالها گل ۾ سوهي -
موهني روپ بڻايا،
چرڻن اوپر نوپر باجي -
ٿئي ٿئي ناچ نچايا.

۴. وڃاپ رهبو پريو سپڪي مانهين.
جل ٿل مانهہ سمايا،
پرڪت هيت پرگهٽيو پرماتما.
ڦيري سندر ڪايا.
۵. جوئي جوئي شرن پري سوامي ڪي.
سوئي سوئي پار لنگهايا،
ائسي مهما ديکر موهن ڪي.
ڪليان شرني آيا.

(۱۰۰)

عالي مٺن ڏيوان لالن ڪو لولي
لولي لوايءِ آهيان پانهي تنهنجي گولي
۱. داسن تيڏن ڪن داسڙ هون مٺن
گولن سندڙي گولي
۲. تن من مست ڪرگيا موهن
مڏو مڏر ڪريولي



Scanned by CamScanner

٣. اڪ ڌمر ڌرشن ڌي پيارا
صدقي ڪرون جند گهولي
٤. ڪلياڻ لاج برج ڪي راکو
پڪڙي مٺن تيڏي جهولي.

## ڪوجهي

### (١٠١)

اچي ڌرپيتي آهيان- پنهل جي پناري
ڇڏيندا نه سيڻي- لڳس جن جي لاڙي

١. سخي مرڪ نه آهي - ڇڏڻ شام پنهنجي
اڳي پوءِ اڏيندا - نه وهندا وساري
٢. لڏي جي هي پيڙو- ٻڏي ڪين هرگز
اٿم پيرو سو هي- ڪندا ڪنهن ڪناري
٣. هزارين ڌلاسا - ڏنا پاڻ ستگر
سيڻي قول پرندا- ڪيا جي ڪوهياري
٤. سانن جي سوالڻ - پوي ترس پرڪي
سڏي شال پيرو - ڏکي ڪي وهاري

٥. اڳر عرض اهو - ٻڌن شال مارو
ڪڻي نيڻ ڏوري - نڊر ڏي نهاري
٦. ڪني توري ڪوجهي - آهيان مان پرين جي
ڇڏيندا نہ ڇپرين - ويندا نيت تاري.

(١٠٢)

آسرو آهي آهيان سرتيون - هوت اچي هڪ ڏيندا
هوت اچي هڪ ڏيندا - ڏيهہ مبارڪ ڏيندا

١. ٻنڌڻن جي آءُ ٻانهي آهيان - ٻانهي شال سڏيندا
شان پرين جو ناهہ وسارڻ - گولڻ کي بر ڳڏيندا
٢. لکہ هزارين هوت نوازڻ - هڪڙي ڪين ڇڏيندا
مرڪ جنين جو آه سخاوت - آڏيو سيڻي آڏيندا
٣. عيب مدايون مون ڪهٽيريون - پاڻيهي قرب
وندينيدا
نندڪرو نيت ننڪي دکي آهي - ڊڪرو نيت ڊڪيندا

۴. سالن کان آءُ سائل آهيان- خالي ڪين ڇڏيندا
ويڙي آهيان وات وندر ۾- هوت اچي هٿ
ڏيندا

۵. در تہ سجڻ جي سوالڻ ڪوجهي- منٿون شال
مڃيندا
لهرن وچ ۾ ڪين ڇڏيندا- نيٺ ڪناري نيندا.

(۱۰۳)

ٻاجهہ ٻريا ٻانهيءَ تي- من پيئي ڪا ٻاجهہ پويتي
من پيئي ڪا ٻاجهہ پويتي- شال سدا شاهي وسيتي

۱. سگر نہ سياڪو ساهيان - آزلون گولي آهيان
ٻانڌ ڳچيءَ ڳل پايان- من پيئي ڪا ڪهل پويتي

۲. ڏوهہ ڪيا اٿم باري- توبهہ تو درِ زاري
نيڻ سوهڻِ ٿا جاري- من پيئي ڪِ ترس پويتي

۳. درد هجر جو ڏاريو - واڳ وصل جي واريو
ڳڻتين تنهنجي ڳاريو- من پيئي ڪو رحم پويتي

٤. شال جراني ماڙي - ڇپر پرين اچ پاڙي
روز پيئي پاڙاڙي - من پي ڪا مهر پوئي
٥. ڪوجهي توري ڪاري - تہ بہ لالن تنهنجي لاري
ساڃن ڪر سرداري - من پي کو قياس پوئي.

(١٠٤)

وَروَر ڪندي رڙندي وتان -
من وَر بہ ڪا ورندي ڏئي

هيءَ هيءَ رساڙو راهہ جو -
پينر سنو مون کان نہ ٿئي.

١. هر هر هنجون پيئي هاريان -
گوڙها ڳل پيئي ڳاريان،

پِر پِر ڪري پڪاريان -
من پر بہ ڪا پرکھو لهي.

٢. گهر گهر گهٽيون گهمندي وتان -
پيرو پنهل جو پڇندي وتان،

ڏرڏر مٿي رڙندي وتان -
من ڏرڏرازي جو ملي.

٣. متڙا ڀڏي پيرين پئان -
ڳل ڳچي ڳانو وجهان،
پنهنجو راڄ پيٽي ريجهايان -
من موں پرين مون وٽ اچي

٤. هڪ عرض اٿم الله کي -
ٻي ڏانهن حيدر شاه کي،
ڪوجهي مٿي ڏان ڪهور ويئي -
سهڻو سخي شل پيو جيئي.

ڪيشو

(١٠٥)

پيڪر پيڪر صاحب ڪون- ميري دلڙي هوئي بهار

١. گگن منڊل ۾ باجا بجيا- مڏر مڏر جهڻڪار

٢. سن سڪر چڙه ترڪٽي ديکيا- جگر مگر جوت جهلڪار

٣. ساڪي ڀوت سڪل ۾ وسيا- تين اوستا تي پار
٤. اندر ٻاهر اوهي پيکيا- الکه پرکه آڌار
٥. ڪيشو رام سڪل ۾ رميا- آپهي آپ اپار.

(١٠٦)

گور پوري ڀر ديتا جام - مگهن پيکيا مي آتون يام
١. سرو گهٽ ڦوليا آتم رام-
تس بن ناهين ڪوئي خالي ٺام
٢. آد انت هي ايڪو رام
مڌ پيي پاسي سوئي شام
٣. گگن منڊل ۾ بيگم پر گام
اونهان چند سورج ڪا ناهين ڪام
٤. آنهد واجي دسوي ڌام
ڪيشو پايا تهان بسرام.



Scanned by CamScanner

(١٠٧)

ميري دلڙي هوئي بهار—

ديکهه عجائب کيل صاحب دا.

١. آپ درياهه محويت جو پئيا—

لهريان سب سنسار

٢. بي رنگيءَ مان رنگ جو بڻيا—

نانا روپ اپار.

٣. اس پد جڳ ڪا کيل رچيا—

جانڪا آنت نه پار.

٤. ڪيشو بحر اُسي دا قطرا—

آپي آپ مرار.

(١٠٨)

هيءَ دلڙي نماڻي تي ساري—

آءُ ري موهن اسانجي ويڙهي

١. ڪهڙو توکي ساري—

پورب منجهه پچاري

٢. آڻيو آب اکين ۾ —
ويٺي ڳوڙها ڳاڙي

٣. ڀايو منهن موٽن ۾ —
ويٺي واٽڙون نهاري.

٤. وارج واڳ وصال جو —
ڪيشو سخن ڀاري.

ڪيڏل

(١٠٩)

اسين موهن ۾، موهن اسان ۾ —
ڏک موهن جون ٻاتيون، ساريون راتيون.

١. شام سندر اهڙو سهڻو آهي —
سج چنڊ جي جت جاءِ نه آهي
پاءِ اندر ۾ جهاتيون — ساريون راتيون

٢. هردي ۾ تو هل هلائي —
من ج منوهر مرلي وڄائي
لعل لکين ڪري لاتيون — ساريون راتيون

٢. رڳ رڳ ۾ تو راند رچائي –
شبد سرن جي ڏان لڳائي
ڇر ڇر ڪن ٿيون ڇاتيون– ساريون راتيون
٣. ڪيڏل ڪيل ڪيلي تو ڪيالا ري –
موهن ماڌو ڪرشن مراري
ڏاڍ ڏئي ڏر ڏاتيون – ساريون راتيون.

(١١٠)

ٿي طالب تڪڙو مڙان – ڏر مڙان ترڪي پوين
دور دنيا جا ڏسي – مڙان حرص ۾ ھرکي پوين.

١. جي ڏاھيا تو باغ بنگلا–
ڪم نہ ايندءِ سي ڪڏھن،
ڪر غريبيءَ ۾ گذر –
مڙان ڊوڏسي ڊرڪي پوين.

٢. مکر وھي ماکي اُتي–
تڏن ھي سارو سنسار آھ



Scanned by CamScanner

سمجھ ڪر سياڻو ٿجان ـ

متان لاڙ ۾ لڙي پوين ۔

٣. عام جي صحبت ڇڏي ـ

ڳوشي ڳڙ ۾ رھ سدا ،

ڪر ذڪر ذاتي ٻيا ـ

من قرب ۾ ڪري پوين ۔

٤ جي نہ ڳوشي ۾ رھين ـ

تان عشق وارن سان پھچاءِ ،

جئن تنھين جي محب منجھارون ـ

ڇڙ اکيئي ڇڙڪي پوين ۔

٥. واحد ھوُ الله ھوُ جو ـ

سير ڪر ڪيڏل سھين ،

سڪ سچيءَ سان محب اکيان ـ

مَن مَتا مُرڪي پوين ۔



Scanned by CamScanner

(١١١)

منھنجي رھجي اچي ياري ٻارن سان
پنھنجي پريت وارن ۽ پيارن سان

١. منھنجا ڪرشن ڪَشالا منظور ڪيا-
ٿي ويو سهيڙي غم ڏور ٿيا،
ڏلي هر هنڌ ۾ مشهور پيا-
لڳي واءُ وصل جي ويچارن سان.

٢. ڏک دور ٿيا پيئڙ پاڳ کليو -
جنهن لئي ڪوٺ ڳلي مون تي روز رليو،
شڪر تي مان چوان مون کي موهن مليو-
دلڙي خوب خوشين ۽ خمارن سان.

٣. ڏسان پير پيغمبر اولياءَ جتي -
پلؤ روز پايان درياءَ اُتي
رهون راضي رضا ڏک راز متي -
اها دعا تي پنان درٻارن تان.



Scanned by CamScanner

۴. پنهنجي يار سندو هي ديدار ڏسي -
ڪيڏو ڪ خوب ڪئي روزان روز خوشي،
وري واه وحدت وسڪار وسي -
ادا دو دو جي هيڪارن سان.

ڪرال
(۱۱۲)

ڇڏ هٿ هٺ جو هاڻ -
ميري من، سانت سڪ، تون ماڻ.
۱. پي تون پريم آڱر دا پيالا -
آڻ پهر رهج متوالا
لهي آتم ڏن جي ڪاڻ.
۲. ڏس وجود ۾ جهاتي پائي -
ترڇا من آهيان ڇا ايشور آهي
پُرجهي پاڻ پڇاڻ.
۳. ويهر ڦر وساري پورا ور ڪي -
لهج آدي آتم گهر ڪي



Scanned by CamScanner

رات ڏينهن تند تاڙ.

۴. گرل گم ٿيءُ، آگم مانهين —
هل اُٿي، جتي تون مان ناهين
پائي پد نرٻاڻ.

محمد

(۱۱۳)

خيال ۾ گم ٿي خيال ڪماءِ،
خيال جو مطلب خيال ۾ آهه.

۱. پاڻ وڃائڻ پاڻ سڃاڻڻ،
حيرت واري حال ۾ آهه.

۲. مون توا قبال آن تنهنجو تڙا،
اها رات وصال جي آهه.

۳. آذا احمد بلا ميمي،
اها ڳالهه مثال جي آهه.

۴. محمد ڏس تون مرج اڏائي،
اهو قرب ڪمال ۾ آهه.



Scanned by CamScanner

## مدد علي شاهه

(١١٤)

ڇو جهلي اٿيئي جهان ۾ - ٻي ٻر جي ٻندياڻي
ظلم زورو ڪرڻ ايندءِ - جوڀن جوانيءَ .

١ پِٽن پاسي جهوپڙا - جتي مِرڳ ماندائي
ڪنگارڻ ٿي قيد ڪيو - ڇاڙي سچائي .

٢. مٺي مڪ ملير جي - ٻي ٻلڙ لاڻي
لوئي لڄاٻان ڪين ڪي - اصل اباڻي .

٣. مدد علي شاهه چوي مارن جي - مون کي سِڪ بر ساماڻي
مڙڪل ڏي ملير وڃان - پيريان پرين جو پاڻي .

## مراد

(١١٥)

سنڌو پيئي کي آڪ ٿي کاڻي -
ڪنهن هڪ ڇاڙڻ ماري ڇاڻي .

١. نير ٻنان هڪ نجهر جهرڻ -
ٻن مکر پينو ٺا پاڻي ،

پيوت اپيٽا، پرم سکر پايا-

ٻن رسنا رس ماڻي.

٢. ڪر ٻن ڪرڻي، آسن ٻن ڏرني-

ٻن پگهه پد نر ڀاڻي

ٻن سروڻ ڏن رهجيٽي سنيٽي-

اگم اگو چر واڻي.

٣. اهورت مون هڪ مورت پرگهٽي-

ٻن نيوڻا درساڻي

سيس ٻنا نت ڏانڪو نويٽي-

شيوا سا پرماڻي.

٤. ڪهينا سڻيٽا ڪوئي پار نه پايا-

اچرج هي حيراني،

ڪهت مراد متي جب ممتا-

جوت ۾ جوت سماڻي.

## مسڪين

(١١٧)

دردوندان دا حال - حال تون جاڻي

تُجهہ بن سانڌا ڪوئي نہ ماڻي

١. جي مَنِ ڪيتي عيب گهنيري -

بخش سائين، هڻ ڏکيان ڪر ڦيري

مَنِ وچ ڊنگر نہ اکو پياري -

مَنِ منديِ تڳان تيري تاڻي.

٢. تون قادر سب قدرت تيري -

درس نسانڌي، تون لوچي دل ميري،

مڇلي وانگي مَنِ درماندي -

وتان ڊونڍيندي تيڏي ڏڪاڻي.

٣. مَنِ مسڪين نماڻي دردي -

خوف نسانڌي پل پل ڏرندي،

هڏيون ڪرڪن آهين دانهين -

سار سمال روئدي نيڻ نماڻي.



Scanned by CamScanner

۴. مل محبوب ملڻ دي واري-
عشق تساڏي مٺن ڪيتي اُگهاري
مُکر ويکال ڪج پردا ساڏا -
نهين تو جيوڻ موت نشاني.
۵. ڪامل مرشد تون، مٺن جند گهولي-
عشق عجائب ڪرڪي کولي،
شوق شراب خماري دي وچ-
مکر دلبر دا اسان ويکر لُپاڻي.
۶. سڻ وي فقير مسکين نماڻا -
در دوستان دي جيوت مرجاڻا،
جند ڙي ساڏي ڪيتي عشق آزاري-
هڻ مرڻ جيوڻ محبوبان دي ساڻي.
(۱۱۸)
دلدار تيڏي در تي - ڦيريدار وانگي آهيان
۱. ديدار دان ديئو- ميري دکر چين ايئو
تسي ڪول ساڏي رهو- ساڏون عشق ستايا.



Scanned by CamScanner

٢ تيرا حسن ڪمالي - ويکي ڪوئي موالي
لاغرض تيڏي چالي - ڇوڙو نقاب رايا

٣. تسان جو هي بي نيازي - ميڏي سدا هي آزي
ڪڏ هن يار ٿيوين راضي - سانون برہ بچايا

٤. آکي مسڪين ويچارا - دلبر ديئو ديدارا
گهونگهٽ کول سارا - سانون عشق فراق لايا.

(١١٩)

رات دن هرنام سين - ڪرو پريت من ڪينوار تم
درڍ نسچا ييهي راکو - تب پاوو ديدار تم.

١. تين تورو پانچ ڇوڙو - گيان ڪي کٽ ۾ رهو
جب هين آتم ملي جاوي - دلدار هو دلدار تم

٢. يهہ جگت هيءِ سپنا - آس ۾ نهي ڪوئي ٿر رهيا
ديکہ سمجهہ من يهہ سخن - بيدار هو بيدار تم.

٣. بيراگ بنچي پکر کر - مارو سارا اپنا ڪٽنب
جب ميل اندر نا رهي - ڪرتار هو ڪرتار تم

۴. مسڪين اپني ساس کي- پورا ڪر وسَت
نام سين

آئو پهر يهہ گهر راکو- هوشيار هو هوشيار تم-

هلوڪ شاه

(۱۲۰)

جن مارن سين گڏ گذاريم - سي مارو وڇڙيا وتن

۱. ڪٿي گهڙو هلي ڪوهہ تي- جان ڏسان اوڻي اڇن
هيڙا ڪٿي هڪلون ڪريان- مَن واهر مڙن ولهي
ڌرن

۲. عمر اباڻي پار ڏي- ميڏهن محبت جا وسن
وچسن وڙرو وار ڪئي- پڪا پنوهارن جا پسن

۳. هن قضا جي ڪوٽ ۾ - عمر بي ڏوهيون بند
نا ڪجن

مهر پريئي هلوڪ شاه چوي- وڇڙيا محب ملن.



Scanned by CamScanner

(۱۲۱)

سي ساڏ وڏڙا ڀلي آيا- منهنجي من جا ماڻل ويڙ

۱. اکڙين ۾ آسڻ ڏيوان - گهر گهر ڏيوان ڪير

۲. منس موتي مهن ۾- چگن ماڻڪ هير

۳. جن ڏڙي من ٿري - سهائو منجهہ سرير

۴. ڀون ۽ جهڙا باري پرين - سائل ساير سير

۵. ڀانت ڀجي شانتي رهن - ڀين امين رس نير

۶. ملوڪ شاہ ويساهہ سان- جن کي مليو شاهہ سگهير.

منٺار

(۱۲۲)

پرڀو پاڪ خدا- قسمت ٿيڊ ڪئي

لوئي جي لڄ رکجان ۽ – پوتي ۽ جي پت رکجان ۽

۱. جهانگيڙن جون جايون – سي سرتيون ساهيڙيون

ماريچن ۾ گهمن – پاس ڀتن جي ڀيڙيون

ڪير خوشي ۽ مان، ڪائن – ڏوتيرن تي ڏڏا.

٢. آءُ ڏاريلي ڏر جي - وِيڙهيچن جو وِڏءُ
ڪِي بند ياڻي بند مون - ڪهڙا مون ڏوهه ڪيا
ڪوٽ ڪرو ڪُنگرا - سي مون اکِ نہ ڏٺا

٣. ساريو سانگيئڙن کي - ساري منهنجي سونهن وِيئي
ڏاڏاڻن جا ڏئي - سا لوئي ليڙ ٿي
ميندا ڪين ڳِتم - مر منهنجا وار مُنڌا

٤. چوي هندار موتي ملڪ ملير وڃان
ڏوٿي شال ڏسان - اٿم اُڪير اڃان
پنهوارا شال پرچن - صاحب سِٽج سدا.

ميوه گر
(١٢٣)

وڃيئي ڏو هاڻي هليو - وِقت يار وِصال ڏو
پِرِ ڪمر هوشيار ٿيءُ - سڌ ٿيندءِ جم ڪال جو

١. باقي دنيا ۾ سڄڻ سائين - ڏينهن اٿيئي پنج چار ڪي

يار جوڙين تو وڃئي- ڇڏ خفت خام خيال جو

٢. وطن ويٺين تون ڪري - ڏيان دنيا جو ڏري

ڦندي ۾ ڦاٿيءَ ڦاٿين- حيف اٿيئي هن حال جو

٣. رسن ريجهائـي وڏء- هاٺي ڪانٺر تون ڪيئن ڪندين

پيارا اٿيئي پنڌ رو پري- لهه پيرو تون لال جو

٤. ميوه ڳر من مار تون - ڏيئي جدا جيءَ جيار تون

نڪري ٿي نروار تون- ديدار ڪري سري رام جو.

نبي بخش

(١٢٣)

تڪڙو ٿر ٿجان، طالب ادا- مٺان ترٿان تڪي پوين

١. پختا ڪري، پنهنجا پير، ڳهر-

اڳتون اٿيئي، اونهو ڏهر

ڳاهه ڳر خاصي ادا- مٺان ڳهير تان ڳهرڪي پوين.

٢. ڏڪر سور جو، تو سات ڪنيو ـ
تنهن تي وٺي ڪيڏو ڳاڏ ٿيو.
رک هوش حيرت منجهه ادا ـ
متان ڪپر ٿان ڪري پوين.

٣. لنو لاءِ سندي هيءَ لاٿري ـ ڏي نه ڊولچ ڊاٿري،
سمجهه رک سارڪ ادا ـ متان ڦير ٿان ڦري پوين.

٤. نبي بخش تون ڪر ياد حق ـ
سُهٽل جو سڪ سان پڙهه سبق،
مطلب ٿيندءِ مڙيئي ادا ـ
متان سر ڏسي سِرڪي پوين.

نماڻو

(١٢٥)

هي پريو مهر ڪر، تو نهين پرت پالڪ
تون سائين اسانجو ـ اسين تنهنجا ٻالڪ

٢. اسان جي جري رهي ـ سدا هيءَ ٻاري
ڪري ونڊر جنهن ۾ ـ سکون مت نياري

٣. هڪ ٻئي کي ليکيون - ڪري پيڙ پائر
ستيا ساڻ ستگور - لهج تون سنڀار
٤. شرن تو وٽون ٿا - اي سائين سدائين
بخشي سچو پريم - بيڙا پار لنگهائين
٥. اسين جيوَ هيڻا - تون سگهه ڏي کهڻي
پرن پنهنجو پاليون - سنڀالي ڏٺي
٦. سدائين نماڻو - در تو سوالي
نبهي رهي شل - وڃي ڪونه خالي.

نوري
(١٣٦)

١. الا! دلاڙ تنهنجي جدا -
سڪ تو کي سڏيان سدا
دلا ساهه سين تو کي سنڀاريان.
٢. ڪڇي متي تنهن جو آڪار
پر ڪو اٿيئي منهنجو پيار



Scanned by CamScanner

٣. ڏکو وهي پيو درياهه
پر ڪجهه نه ڪا تون پرواهه

٤. توڪل تنهنجو تون
پاڻيءَ ۾ نه ڇڏج مون

٥. الا! دلا، سڄڻ دل جون پڪارون
لوڪ مٿان ڏين مون کي ميارون

٦. اصل کان تون منهنجو آهين –
مٿان آسرو تون لاهين

٧. لهرون ڇوليون ڇا ڪنديون؟
جي دليون اسانجون عشق سنديون!

٨. گڏجي لهرون لتاڙيندا سون –
سڄڻ کي نهاريندا سون

٩. هن پر هوت حبيب آهن –
ڏاڍو ڏتو کي پيا پائن

١٠. گڏجي گڏجي لڙهندا سين –
گڏجي ڏوري مرندا سين.



Scanned by CamScanner

(١٢٧)

هجان شال هردم پرين جي پناري
رهان شال دم دم قرب جي ڪناري

١. رکان شال مان هيءَ دل نماڻي
پيان پرت سين پرينءَ در جو پاڻي

٢. سڪ سين سجڻ کي سدائين سنڀاريان
آڇايل اکين سين نت نئون نهاريان

٣. نوري نماڻي نه دم شل وساري
پنهنجي روبرو شل، پل پل وهاري.

وليرام

(١٢٨)

جاڳ جاڳ من نيند نه ڪريئي –
آب تو، روشن هويا ري

١. جي جاڳيا تن امرت چاکيا –
جي سويا تن کويا ري

٢. لاکه لاکه کي گهڙي جات هئي –
پاءِ پلنگه ڪيئون سويا ري



Scanned by CamScanner

٣. هيري جُثسا جنھر امولڪ —
ڪوڏي بدلي ڪويا ري
٤. ڪهِي ولبرام ساڌ سنگت ھ —
من مڻلي ڪون ڏويا ري.

يوسف
(١٢٩)

آوندا نهين، ڍولڻ، آوندا نهين
ڪهڙا ڏوھ ميري پاس، ڦيرا پاوندا نهين

١. گفتار تيڏي شيرين، مٺي ھڻ شڪر ڪنون
اپني ناز مُشتاق نال، گَلِ لاوندا نهين
٢. واه واه تساڏي چال، عجب يار ڏٺي سين
هس هس چيبندي آپ، چشم چاوندا نهين
٣. ديدار ليءِ جاني، مشتاق مرن ٿا
چشم چاڪ درد فراق، مرھم آوندا نهين
٤. يوسف غلام بردا، چاڪر غلام دردا
تو، پاجهون اور خيال، من پاوندا نهين.



Scanned by CamScanner

(۱۳۰)

دلداريون تہ ڏجن يار- دلبر درودندن کي

۱. هيڙيءَ چاڙهي سپرين - چڻ ہو نا چڏجن

۲. هيٺي سندي حال تي - دست پيري ڏرجن

۳. جيهي تيهي تنهنجري- پير پيري پڇجن

۴. کهٽو پڇاجي تن کي - جن وٿان هوت وڃن

۵. يار يوسف جون عاجزون- عرض قبول ڪجن.

(۱۳۱)

گم هوئڪي و يکہ نظارا-

آپ سارا محبوب کي صورت ہ.

۱. رکہ نور جمال نظر وچ- تصوير نگار اندر وچ

سڑ عاشق عشق اشارا - برهہ نقارا

۲. رکہ ڏيان هکو دلبر دا - دم دم دي وچ خوض خصم دا

دل کر تون جسم و سارا- آخر گذارا



Scanned by CamScanner

٣. جس وچ محبوب سماوندا - ڦر موت نہ اُس
پر آوندا

سانون قسم رسول خدارا- ڪر اعتبارا

٤. وچ برہ بيخود هوئڪي - جند جان ڪنون
هٿ ڌوئڪي

پيچي مارين نينهن نقارا - اناالحق نعرا

٥. سانون پير مغان فرمايا - وحدت دي راہ بتايا

پلهار جائون پلهارا - يوسف يارا.

متفرقہ

(١٣٢)

(اُڌارام واسواڻي)

آرزو اسانجي آهي، وينتي سڪين جي -

ڏج شڪتي پنهنجي، تون ڪان مرلي وارا.

١. پاڪ پشپ پيلا ۽ ڦول سپ رسيلا -

پيا لعل رنگ نيلا، تنهين ڏاج گل مور

موتيو آهي چنبيلي، رتن جوت سشيلي -

بيٺي آهي اڪيلي، نرگس نار چت چور.



Scanned by CamScanner

٢. ڪليو آهي چمن، سبز سارو گلشن ـ
اڄ آهي وطن، سکيون پاڻ اوڏيو
دليون داغ ڪيي، مرو ماڳ اچي ـ
هن جاء اچي، سدا پاڻ موڪيو.

٣. سکيون هاڻي سکهو، اچي پشپ پوئو ـ
گلي مالها وجهو ست سيل سندي
اوهين سبزي ۾، ڪجهه قدرت ۾ ـ
پسو جوتيء کي، نت نيڻن وجهي.

(١٣٣)

پرات ڪال جو ويلو سندر ـ
سرشٽ جي مهما عجيب.

١. سورج جي سواري اچي ٿي ـ
لالي اوپر ڏي چمڪي،
ڪن ويس وڻ ترڻ چوچ ماڻ ـ
آجيان لاء سنهري سهي.

٢. ڪلي گل ڦل ڪيا نظارا ـ
ماڪ سان منهن ڌا ڏئن،



Scanned by CamScanner

منجهه هيج ڪو ليو هينڊرا –
عمديون پکي لاتيون لڏون.

٣. سمونڊ جو ڪنارا سيپيئي –
ڏرا ڏوانا ڏسي آڏسن،

نرناري پرائي سرشٽ جا –
شپ خيال آن ويلي رکن.

٤. اهڙي ويلي خيال شپ سان –
آلڪ جي شيوا ڪريون،

وٺي اوت مالڪ جي اسين –
ڪرت ڪار ڏينهن جو پوء ڪريون.

(١٣٤)

سنسار هي سپنو، سياڻا، مسافر خانا
متان نينهڙو لڳائين، اياڻا، مسافر خانا

١. سنسار ۾ آيا ڪيئين، ڪيڏانهن ٿيا روانا
٢. گل بهاري ڪريا چمن ۾، سرو ڪيا نماڻا
٣. پکي جي آيا سويرو، صبوح ٿيو اڏايا.

(١٣٥)

نہ غم دنيا ڪا مجھڪو - نہ دنيا سي ڪنارا هي،

نہ لينا هي نہ دينا هي - نہ حيلا هي نہ چارا هي.

١. نہ آپني سي محبت هي -

نہ نفرت غير سين مجھڪو،

سڀون ڪو ذات حق ديکون -

ايهي ميرا نظارا هي.

٢. نہ شاهي ۾ شادان هون -

گدائي ۾ نہ غم مجھڪو،

جو مل جاوي سوئي آڇا- يهي ميرا گذارا هي.

٣. ڪفر اسلام سي فارغ- نہ ملت سين غرض مجھڪو

نہ هند و گبر مسلم هون- سڀون سي پنٿ نيارا هي.

(واڌو مل چنڊناڻي)

(١٣٦)

وچي دور دنيا، محب موتين جي مالها
تنهن ۾ موتي ڪ مان، رکان سهڻو سوئي

١. ڏِيل جي نماڻا، پنهنجا سي سنپاريان
منو رهان سين سان، ڏکويان نه ڪوئي

٢. سهڻا خيال ڏريان، سهڻا ٻول ٻوليان
سهڻا ڪرم ڪريان، پوتر مڙيو ئي

٣. سونهين سيڪو موتي، سونهين ساري مالها
قائم رهي شل، ساري سديوئي.

پورو ٿيو





Scanned by CamScanner

